# لهر لهر دريا

(چوسٽا ۽ رباعيون)


## استاد بخاري



روشني پبليڪيشن

ڪنڊيارو

2004ع

Roshni Book No. 259

كتاب جو نالو: لهر لهر دريا

شاعر: استاد بخاري

ڇاپو پهريون ۽ ٻيو: 1990ع ۽ 1992ع سنڌڙي ڪتابي سلسلو

ڇاپو ٽيون: © روشني 2004ع

ڪمپوزنگ: حبيب قادر قريشي

روشني ڪمپوزر اينڊ پرنٽرز، حيدر چوڪ، حيدرآباد.

ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد،

ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، سنڌ

LAHAR LAHAR DARYA

Poet: Ustad Bukhari

Composed by: Habib Qadir Qureshi.

Roshni Composer and Printer, Hyder Chowk, Hyderabad

Printed by: Fine Communication, Hyderabad, Sindh.

Published by: Roshni Publication, Kandiaro

First & Second Edition Sindhri Kitabi Salslo (1990 & 1992)

Third Edition © Roshni 2004

**اسٽاڪسٽ**

شاهه لطيف ڪتاب گهر - حيدرآباد

سچل بڪ سينٽر، ممتاز مارڪيٽ - حيدرآباد

مرچو مل بڪ ڊيپو - بدين

ڪاٺياواڙ اسٽور - اردو بازار، ڪراچي

رابيل ڪتاب گهر - لاڙڪاڻو

رهبر بڪ اڪيڊمي، رابعه سينٽر - لاڙڪاڻو

ڪتاب مرڪز، فيريئر روڊ - سکر

يونائيٽيڊ بڪ لينڊ، مهراڻ مرڪز - سکر

عزيز ڪتاب گهر - بنراج روڊ، سکر

نيشنل بڪ اسٽال، پنج گلو چوڪ - خيرپور ميرس

مڪتبه عزيزيه، کهڙا - گمبٽ

شاهه لطيف ڪتاب گهر - ميهڙ

قاسميه لائبرري - ڪنڊيارو

محمد يوسف بڪ اسٽال - مورو

ٿر ڪتاب گهر - عمر ڪوٽ

گل ڪتاب گهر، لکي در - شڪارپور

## "دل جي نالي"

منهنجي دل، دادو آهي.
دادو سنڌ جي دل آهي.
سنڌ...، سڄي دنيا، جي دل آهي.
دنيا جو گولو وري ڪائنات جي دل آهي.

استاد بخاري

## فهرست

# پبلشر پاران

سال سوا اڳ ياءُ مقصود گل کي مانواري بدر ڏامراهي معرفت عرض ڪيو هيم تہ منهنجي تمنا آهي تہ روشني پبليڪيشن پاران بخاريءَ صاحب جي ڪتاب ”لهر لهر دريا“ جو نئون ڇاپو ڇپرائي پڌرو ڪجي. ان لاءِ اوهان ياڻرن کان اجازت ملي تہ مهرباني ٿيندس.

ياءُ مقصود گل موٽ ۾ خط لکيو ۽ خط ۾ لکيائين تہ:

اوهان جون منهنجي ٻن مهربانن ۽ محسن انسانن، محترم استاد بخاريءَ ۽ ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ سان دلي وابستگيون رهيون آهن. اوهان ٻنهي شخصيتن سان محبت جي اظهار طور سنڌن شايانِ شان ڪتاب ڇپرائي ثبوت پيش ڪري چڪا آهيو. انهيءَ سبب اوهان کي عزيز ڄاڻندي پنهنجي پاران ۽ اداري طرفان استاد بخاريءَ جي ڪتاب ”لهر لهر دريا“ جي نئين ڇاپي ڇپرائڻ جي اوهان کي اجازت آهي، پر ان لاءِ استاد جي فرزند محترم الطاف بخاريءَ کي ضرور آگاهہ ڪندا.

اهڙيءَ طرح ياءُ مقصود گل جي ”اجازت نامي“ ۽ سائين الطاف بخاريءَ جي مهربانيءَ سبب ڪتاب جو نئون ڇاپو ادارا پاران ڇپجي پڙهندڙن جي هٿن ۾ پهتو آهي.

پبلشر

# ٻه اکر

بابا سائين استاد بخاريءَ جي ڪتاب ”لهر لهر دريا“ جا
ڇهريان ٻه ڇاپا مانواري مقصود گل سنڌڙي ڪتاب سلسلي پاران
ڇپرايا هئا. جڏهن ته هي نئون ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿيل ڇاپو
روشني پبليڪيشن پاران پڌرو ٿي رهيو آهي.

ادارو روشني پبليڪيشن لڳاتار بابا سائينءَ جا ڪتاب
جنهن محبت ۽ محنت سان ڇپرائي پڌرا پيو ڪري، ان لاءِ
اسين اداري جا ٿورائتا آهيون ۽ ياءُ علي دوست لاءِ پڻ دعاگو
آهيون، جيڪو بابا سائينءَ جي ڪتابن جي بهتر ڪان بهتر
ڇپائيءَ لاءِ اداري سان مسلسل رابطي ۾ رهندو ٿو اچي.

**ڊاڪٽر الطاف بخاري**

**استاد جو گهر، محلو دادو، سنڌ**

**25-1-2004**

# مُرزا

تخليقڪار، لطيف خيالن، زنده آدرشن لاءِ، مصلحتن ڪان بي نياز زندگي گذاري ٿو. هن وٽ زندگيءَ جو مقصد مڪمل پاڪ صاف احساس ۽ انسان دوستيءَ جو جذبو آهي. هو ٿوري وقت بجاءِ سرمديت ۾ جيئڻ گهري ٿو، تنهن ڪري زندگين سان لاڳاپيل فن جي ڌرتيءَ تي اڏول بيهي ٿو. هو حقيقتن جي آخري ته تائين اندر هليو وڃي ٿو، جتي پنهنجي ذات وڃائي حقيقت بنجي پوي ٿو ۽ اهو ئي عمل سندس ذات کي ڪائنات ۾ مٿانهون ڪري بيهاري ٿو.

جڏهن وٽس، ٻاهريان واقعا ۽ ڪيفيتون اندروني بنجي پون ٿيون، تڏهن هو ساري واردات پاڻ تي محسوس ڪندي تڙپي ٿو ۽ لازوال ٿي پوي ٿو. هن جي نظر/ سوچ ايتري گهري/ اونهي ٿئي ٿي، جو هو پنهنجي سماجي واقعن جي بنياد تائين پهچڻ ۾ ۽ شين کي انهن جي حقيقي ماپي جي حساب سان ڏسڻ ۾، عمل ۽ ردِعمل کي ڄاڻڻ ۾ هڪ عام ماڻهوءَ سياسي ڄاڻوءَ ڪان ٻه ڪيترا پيرا وڌيڪ سگهه رکي ٿو.

هن جي تخليق محض سندس جمالياتي ذوق ۽ خيالي تسڪين کي پوري ڪرڻ لاءِ نه ٿي ٿئي، پر سماج ۾ سمورن اخلاقي قدرن کي هٿي ڏيڻ ۽ غير اخلاقي حرڪتن کي ختم ڪرڻ لاءِ وجود وٺندي آهي. هو چاهيندو آهي ته سمورا سماج هڪجهڙا سهڻا هئڻ گهرجن، جن ۾ ڪنهن به هڪ ماڻهوءَ سان ڪنهن به قسم جي زيادتي نه ٿيندي هجي ۽ سيئي ماڻهو بحيثيت هڪجهڙي ماڻهوءَ جي، هڪجهڙي حيثيت سان زوال پذير زندگين کي اٿاهه محبتن سان لازوال بنائي ڇڏين. تنهنڪري هو دنيا جي سماجن کي سامهون رکي پنهنجي جذبن، اُمنگن، احساسن ۽ تمنائن جو ڀرپور اظهار ڪندو آهي.

تخليقڪار نه رڳو امن پسند ذهن رکندو آهي، پر امن عالم لاءِ

پرچارڪي حيثيت بہ رکندو آهي. هن کي جنگ کان ايتري نفرت
هوندي جيتري ڪنهن پيءُ کي پنهنجي اولاد جي موت کان. هن جي
رڳن ۾ نسل پرستي يا ذات پات جي فرقن، ويڇن جو گندو رت ڪين
ڊوڙندو آهي. هو هميشه چاهيندو آهي تہ بين الاقوامي طور تي انسانن ۾
اهڙا لاڙا وجود نہ وٺن جن سبب هڪ ٻئي کان نفرت ٿيڻ لڳي، دشمنيءَ
سبب رت جي بوءِ ڏيهہ ۾ پکڙجي وڃي ۽ ماڻهو هڪ ٻئي کي ڏسندي
هٿيارن تي آگريون ڦيرڻ لڳن. اهوئي سبب آهي جو سچو تخليقڪار
عارضي ۽ هٺ نوڪيئي امن تي حقيقي امن کي جاءِ ڏيارڻ لاءِ پنهنجي
تخليقن ۾ قومي/ رياستي جبر، سماجي ناانصافي ۽ غير اخلاقي حرڪتن
کي ختم ڪرڻ جو رنگ ڀري ٿو، پر جڏهن ۽ جتي نسل پرستي ۽ ارهہ
زورائي پنهنجون حدون اورانگهڻ لڳن ٿيون ۽ طاقتور افرادي قوت نسل
پرستيءَ جي بنياد تي ٻين هيٺين قومن کي هيسائي انهن جي حقن جي
ڦرلٽ ڪرڻ شروع ڪري ٿي (جيئن هن وقت سنڌ ۾ سنڌين سان ٿي
رهيو آهي) ۽ پنهنجي نسلي برتري قبول ڪرائڻ ۽ قائم رکڻ لاءِ سمورا
ناجائز طريقا استعمال ڪرڻ کان نہ رڳو ڪيبائي ٿي پر ذوق شوق سان
ڪري ٿي، انهيءَ هنڌ تي تخليقڪار کي ٻي ڪا راهہ نہ ٿي سُجھي،
تڏهن پنهنجي تخليقن ۾ استحصالي قوم خلاف/ انهن جي دهشتگردين
خلاف، امن پسند - هيٺي قوم جي ماڻهن کي گڏ ٿيڻ لاءِ ۽ گڏجي
پنهنجي حقن ۽ دنگن جو بچاءُ ڪرڻ لاءِ منجهن روح ڦوڪي ٿو ۽ اهو
هنڌ آهي جتي گهٽن قوميتي حساب سان هڪ شاعر ليکجڻ ۾ اچي ٿو ۽
قوم ان کي عزت ۽ عظمت جي نگاهن سان ڏسڻ شروع ڪري ٿي.
ٻئي پاسي وري ظالم ۽ غاصب قوم جا پنهنجا يا پاڙيتا پالتو چاڙتا،
پنهنجي آقائن کي راضي رکڻ لاءِ ۽ پنهنجي خود غرضيءَ جي پورائيءَ
لاءِ ڪيس پروپئگنڊسٽ سڏڻ واري ڪميٽي حرڪت ڪن ٿا.

سچي تخليقڪار جي تخليق ۾ غضب جي سرمستي ۽ لازواليت
هوندي آهي، جيڪا سندس ذات وانگر سندس پوري پيڙهيل قوم کي
سماجي اڻ برابري خلاف بغاوت تي اٿاريندي آهي. گذريل ٻئي عظيم
عالمي جنگيون، جن ۾ لکين ماڻهن کن پل ۾ هميشه لاءِ، پاڻ کي

هڪڙو ٻيو مليل زندگين جون ڏاڍيون وڏيون گهڙيون وڃائي ويٺا، جن بنيادن تي ٻي ناپر ٿيڻ ۽ بين الاقوامي ادارن ٺهڻ کان پوءِ وري ساڳين بنيادن تي پر نئين روپ ۾ اندروني طور تي سگهارين ۽ هيٺين قومن ۾ گرم/ سرد جنگيون، اسرندڙ ملڪن/ علائقن ۾ زور شور سان شروع ٿي ويون، جن کي جاگيرداري ۽ سرمايه داري ذهنيتن پنهنجي ديرپا مفاد ۾ سمجهي، هٿي پئي ڏني آهي. هڪ ڌر، پنهنجي برتري کي قائم رکڻ لاءِ هر طرح جون بين الاقوامي اصولن کان وانجهيل غير اخلاقي حرڪتون پئي ڪري ته ٻي ڌر پنهنجي قومي وجودي بچاءَ لاءِ پيئي پاڻ پتوڙي. ظاهر آهي ته اهڙين حالتن ۾ هڪ حساس طبيعت رکندڙ تخليقڪار (اديب ـ شاعر) وڌيڪ متاثر ٿئي ٿو ۽ ڪيس قومي بقا لاءِ جدوجهد ڪرڻ سبب ڌر ٿيڻو پوي ٿو ۽ مظلوم قوم جي لاءِ اڳتي وڌڻ، مٿس ٻين کان وڌيڪ اخلاقي فرض عائد ٿئي ٿو. ٻيءَ صورت ۾ قومي تهذيبي، تخليقي ۽ فطري آجپي جو ڪنڌ ڪپجي پوڻ جو انديشو رهي ٿو.

جيئن ته عام ماڻهن جي ڀيٽ ۾ هڪ اديب ـ شاعر وٽ آزادي، بي ڊپائي ۽ سچائيءَ جو جذبو تمام گهڻو آهي، تنهن ڪري پنهنجي قوم سان ۽ پنهنجي قومي اجتماعي مقصد سان سچو هجڻ جي ناتي عوام کان گهڻو اڳ ۾ اٿي بغاوت ڪري ٿو ۽ اهڙن سياسي اڳواڻن جي انائيت واري عمل کي ننڌي ٿو، جنهن سبب قوم هڪ ڊگهي وقت لاءِ ظالم جي ظلم جي گهاڻي ۾ پيڙهجندي رهي ٿي. عام ماڻهو جي ڀيٽ ۾ هڪ شاعر ـ اديب جي اندر ۾ تمنائون، محروميون، ٿڪ، لڙڪ، خوشيون، مايوسيون محسوس ڪرڻ واري سگهه نهايت تيز ٿئي ٿي، تنهن ڪري غاصب ٽولي/ قوم کان پنهنجي/ پنهنجي قوميتي آزاديءَ لاءِ سندرو ٻڌي بيهي ٿو. وري غاصب قوم/ ٽولي طرفان عام ماڻهوءَ جي مقابلي ۾ ڀيرون سخت وار به انهيءَ تخليقڪار تي ئي ٿئي ٿو، ڇو ته غاصب ڄاڻندو آهي ته تخليقڪار پنهنجي تخليق جي وسيلي ايندڙ ڪيترن جنمن ۾ آزاديءَ جي تحريڪ جا جذبا تخليق ڪري ٿو ڇڏي. هڪ تخليقڪار صحيح سماج جي تعمير لاءِ انساني سوچ جي تعمير کي نظر ۾ رکندي، امن جو پرچارڪ هوندي به عارضي طور تي جنگ جي تائيد ڪندو آهي.

جيتوڻيڪ هڪ اديب/ شاعر جو سياست سان سنئون سڌو لاڳاپو نہ هوندو آهي، تڏهن بہ قومن جي تقدير بدلائڻ لاءِ پنهنجي علم، ڏاهپ ۽ فڪري گهرائيءَ جي مدد سان سياست سان ڇٽو پٽو لاڳاپو رکندڙن کي صحيح راهہ ڏيکارڻ سندس فرض آهي، پر انهيءَ لاءِ هڪ سچي ۽ اعليٰ تخليقڪار کي پنهنجي مؤثر تخليق لاءِ اهڙن اثرائتن خيالن جي هٿيارن سان ليس رهڻو هوندو آهي، جيڪي هڪ پيڙهيل قوم کي احساس ڪمتريءَ کان ٻاهر ڪڍي ان ۾ پائدار قومي ۽ اخلاقي جرئت پيدا ڪري سگهن.

غلام ۽ پيڙهيل قوم جڏهن پنهنجو قومي آجپو حاصل ڪري وٺندي آهي تہ پوءِ تخليقڪار پنهنجي حقيقي ۽ اصلوڪي منبر تي وڃي ويهندو آهي، جتان اڳي وانگر، امن، انصاف ۽ ڀائيچاري جي وڻندڙ فضائن ۾ پنهنجي اندر ۾ پيدا ٿيندڙ حسين خيالن ذريعي فطرت جي حسن سان ابدي رهاڻيون ڪندو آهي ۽ مسلسل ڊپ ۽ بي يقينيءَ جي پڄاڻيءَ تي خوش ٿيندو آهي. اتان ئي امن - عالم ۽ جمالياتي تسڪين جا چشما ڦٽندا آهن.

مٿي جيڪي بہ مختصر طور تي هڪ تخليقڪار (اديب - شاعر) بنسبت بحث ڪيو اٿم، استاد بخاري اهڙن شاعرن ۾ نهايت قداور آهي. سندس هن ڪتاب ”لهر لهر دريا“ ۾ اهڙائي موضوع چٽيل آهن جن ۾ قومي جبر خلاف جنگ، اتساهہ، اميدون، ارمان، خوشيون، ڏک، ٺهڪ، ڇيخون، ڏس، ارادا، هوش ۽ حوصلو ڏياريندڙ چارسٽا رچيل آهن.

جتي حسن سان اٿاهہ پيار آهي، اُتي ڏاڍ سان اٽڪ جنگ جوٽيل نظر ايندي. سندس دل ۾ پنهنجي پيڙهيل مظلوم قوم جو درد، انهن جي غلاميءَ جو احساس، انهن جي ڇڙوڇڙ رکڻ تي سياسي اڳواڻ جي روين تي افسوس، پنهنجي ڀونءِ جي ڀترن - ٻوٽن، ٻنن، ميون، وڻن، ڍنڍن، ندين، واهن، ڪسين، پاڻي، اناج يعني زندگيءَ جي سمورن پهلوئن سان محبت، بلڪ اٿاهہ محبت سندس هڪ هڪ لفظ ۾ پريل آهي.

قومي ٻڌي لاءِ تڙپي ٿو، آزادي وٺڻ لاءِ ڳچيءَ واري ڳٽ کي ڇيلهہ جو سندرو ڪري ٿو ۽ همالي کان بہ وڌيڪ پختو عزم رکي ٿو.

هو جتي واتوڙي شاعرن کي نندي ٿو، اتي بيان باز سياسي اڳواڻن کي بہ شرمائي ٿو.

استاد بخاري، پنهنجي زندگيءَ ۾ ئي آزادي ڏسڻ جو آرزومند آهي ۽ سياستدانن جا ويچائتا رويا کيس سخت قدمو پهچائن ٿا. هو پنهنجي ڌرتيءَ، پنهنجي ٻوليءَ ۽ پنهنجي قوم سان سچو آهي. هن جو جسم هن جي ڌرتي آهي. هن جو روح سنڌي قوم آهي، هن جي زندگيءَ جو مقصد سنڌي ٻوليءَ جي ابديت آهي. استاد بخاري سنڌ ڌرتي ۽ سنڌي قوم جي سڌ تي هر حال سر سوڌو تيار لڳو بيٺو آهي. هو چوي ٿو:

آڙاهہ ۾ آلاڻ، اها اڻ ٽيڪي،
۽ سون ۾ ڪاراڻ، اها اڻ ٽيڪي،
جنهن وقت سڏي سنڌ، بخاري پٽڪي -
ڇا لاءِ ۽ ڇاڪاڻ، اها اڻ ٽيڪي!

سرڪش سنڌي
لاڙڪاڻو

# ٿورا

"ٿورن جي ڳالهه ڇيڙڻ آسان پر نباهڻ محال آهي."

آءُ اڪيون ہوٿي ڏيان هلايان ٿو تہ رب جو قسم ڇڻ تہ سڄي ڪائنات جو پاڻ ڪي ٿورائتو پيو سمجهان. هر امن پسند انسان جو ڪنهن نہ ڪنهن نموني مون تي احسان آهي.

هن ڪتاب جي سلسلي ۾ الائي ڪيترائي قربدار اجا پاڳي پائيوار ٿيندا. محترم مير محمد پرهياڙ ۽ سبحان ميمڻ صاحب هن ڪتاب ڇاپرائڻ لاءِ صلاح بہ ڏني ۽ مالي تعاون بہ ڪيو. عزيزم مقصود گل ۽ سندس پائر، منظر، اختر، ان ڪانسواءِ مختار گهمرو ۽ سرڪش سنڌي بہ سهڪاري ساٿي اٿم. ادا حاڪم علي شاهہ ۽ دادو جي دوستن جيڪو ساٿ ڏنو آهي سو هلندو رهندو. آءُ ٿورائتو.

جي طاقت ڏني رب تہ لاهي بہ ڇڏبا،
جي لاهي نہ سگهبا تہ پو ڳائبا پيا.

**اُستاد بخاري**
غريب آباد محلو دادو، سنڌ



نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محله، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

## اڻ ڇپيل ڪتاب

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برهه منجهارا ٻوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

## عزم

اگر عزم اڻ تر اٽن ٽا تہ پو،
همالا همالا جهڪي ٽا پون،
مگر وهم ساگر وٽن ٽا تہ پو،
جوالا جوالا، پُسي ٽا پون.

## جيءَ جيارا

سمونڊن کي هوندا ڪنارا بہ آهن،
پهاڙن ۾ ووڙيو تہ چارا بہ آهن.
جي جرڪي جيئڻ جو پڪو فيصلو آ،
تہ هن جوءِ ۾ جيءَ جيارا بہ آهن.

## نہ ٽيندو نہ ٽيندو

ڪنول گل مان ڪوڪو، نہ ٽيندو نہ ٽيندو،
"بخاريءَ" ڪان دوڪو، نہ ٽيندو نہ ٽيندو، ★
ملهائي نہ جو ٽيج جيجل جي لوڪو!
اهڙو ڪوبہ ٽوڪو، نہ ٽيندو نہ ٽيندو.

## خدمت ڪنداسين

محبت سان ڀرپور محنت ڪنداسين،
۽ محنت جي هر ريت عزت ڪنداسين.
۽ عزت اسان جي انهيءَ ۾ ئي آهي،
تہ پيارن پنهوارن جي خدمت ڪنداسين.

## نہ ٿم نااُميدي

جي ڦاٽن ٿا ڪپڙا تہ سبجن بہ ٿا،
رُسن ٿا جي پيارا تہ پرچن بہ ٿا.
نہ ٿم نااُميدي، ٻڌايو ملم،
ڇِڪي ٿا پون چاڪ، پرجن بہ ٿا.

## سِنڌي ـ ٻَڌي

وجهو ڊوڙ هيڏي اچو سڀ وڏي!
(۱) رَني ڪوٽ مان تاج تختي لڌي.
پڙهو ڌيان سان ان جا سونا اکر.
لکيل لفظ آهن تہ "سِنڌي ـ ٻَڌي".

(۱) تاج صحرائي

## گفتو

”اجا رات آهي“ ننڍاڪن جو گفتو،
”اُٿو ڏينهن ٿي ويو“ سڄاڻن جو گفتو،
”ملي ٿي ننڊ ڪٿ“ ڪُراڙن جو گفتو،
”وٺي رهبو سڀڪجهه“ جوانن جو گفتو.

## سَندرو

عُمر رات سپنو سدورو لڌم،
انهيءَ سپني همت وڌيءَ ۾ وڌم.
ڏسان ٿي: ٻُڪل پئي ٿي گهوگهو ڏئيم،
ٻڇيءَ مان ڪڏي ٻڻ، سندرو ٻڌم.

## مظلوم

ڏسڻ ۾ ته گوڏي جو جڻ گاهه آهن،
حقيقت ۾ گجگاهه ڪَنڌاهه آهن. (1)
- متان تون سڪو واهه سمجهين وڏيرا!
وهي پيا ته مظلوم درياهه آهن.

(1) سيوهڻ جي سامهون درياه پار ٻيلو

**چو؟**

ڦُٽن گيت سُرها گلابي گلابي،
انهن آڱرين ۾ هي پيلاڻ چو؟
نگاهن مان اپريو پوي ڪاميابي،
انهن جي اکين ۾ هي آلاڻ چو؟

**او شاعري!**

مجيم، سچ جو سچ ۾ ٻج آهين،
بڪئي لئہ ڳيو ناهين، او شاعري!
وڏي ذات ٿي ڏيهہ کي روز ڏين پر،
ننگي لئہ لٽو ناهين، او شاعري!

**ڍوڍو**

مزورن ڪسانن جي محنت بہ ڍوڍو،
سَلي ۾ اٿن ساهہ، محبت بہ ڍوڍو.
پلو ڪيت گهرجي، پريو پيٽ گهرجي،
غريبن جي سَستي سياست بہ ڍوڍو.

## اُستاد

لکڻ جو قسم لوح توڙي قلم جا،
نگهبان اوهين خاص استاد آهيو.
قطعو منهنجو حق جي وڪالت ڪري ٿو،
اوهين خود بہ مضبوط فرياد آهيو.

## استاد ۽ قوم

هنن جون ڇماٽون اڃا ياد آهن،
اکيون کول او قوم، استاد آهن.
هنن جي حَقن جو حساب ئي نہ آهي،
سڄي قوم سَرهي جي هي شاد آهن.

## مفادن جو ٽڪراءُ

ڇوان ٿو تہ ساٿي جي سرلا هجو،
تہ پونگن ۽ بنگلن جا پٽڪا پڌو.
جي گيرب ڪيا ٿورا گهرا هجو،
مفادن جي ٽڪراءُ جا ڪڙڪا پڌو.

## جوٺجي ويا

جتن سان جتن ۽ متن سان متا،
جيئڻ ڪاڻ جنگاهہ ۾ جوٺجي ويا.
گرڻ ۾ گتا ڪي ڪتا ڪي رتا،
ڪي آتا، ڪي ڪاتا، ڪي بازي ڪٺي ويا.

## ڪلڪون، ڪهاڙيون

او هاري او ناري! او ڪڙمي مزورو!
اسان واريون ڪلڪون امانت اوهانجي.
توهانجون تکيون ڪوڏرون ۽ ڪهاڙيون،
توهان جو قسم آهي، طاقت اسان جي.

## زمانو اٿي پيو

اُٿيو هاڻ گهوٻو ۽ پانو اُٿي پيو.
ٻنيءَ ساڻ گڏ ڪارخانو اُٿي پيو.
ڏني آپ لولي، جهلي پُونءَ جهولي،
مگر چيلهہ موڙي زمانو اُٿي پيو.

## اٽائو ـ سٽائو

جي ڦهڇي تہ انسان زهري تي ڦهڇي،
آٽائو بہ اُن لَئہ آٽائو ڪٿي آ؟
نہ ٿو ڪير اڄ تائين ڪينسر کي ڪُچلي،
سَٽائو بہ ايڏو سٽائو ڪٿي آ؟

## ڦورهيو

قلم سان ڪجي بيلچي سان ڪجي،
گهڙي سان ڪجي يا گلي سان ڪجي،
بهرحال ڦورهيو تہ ڦورهيو ئي آهي،
سُئيءَ سان ڪجي يا رَنبي سان ڪجي.

## وڏو چارُ دنيا...

وڏو چار دنيا وڇائي ڇڏيو آ،
بکئي پيٽ رهندو وڇائي ڇڏيو آ.
* پيئڻ لاءِ پاڻي، چُگڻ لاءِ چوڳو؛
قفس جي ڪُنڊ ۾ رکائي ڇڏيو آ.

## دنيا

سموندن جي قبضي ۾ صحرا آئو،
پهاڙن جي گهيري ۾ دريا آئو.
اُڏامون تا ڪيڏو ٻه، آفاق آڏو،
وڏو ڇڻ ته پڄرو هي دنيا آئو.

## ته چاهي

ڪٿي ڪنهنجي ٻيڙي ٻُڏي وئي ته چاهي؟
جي لوڙهي تان جهرڪي اُڏي وئي ته چاهي؟
سڄو ڳوٺ ڏُهلن دمامن تي جهومي،
جي گهر مان ڪا گونگي گُڏي وئي ته چاهي؟

## برف مان درياه...

جتي برف ڏاڍي ۾ ڄمي ٿي،
اُتان ئي ته درياهه وهندا ڏسون ٿا.
جتي چيچڪا ڪائي ڌرتي وڃي ٿي،
اُتيئي ته گجگاهه ڦُٽندا ڏسون ٿا.

## تجربو

جي ڇَھہ ٻَھہ تہ ڌاريا ٻہ چوڌار ڏسنديـن،
جي ڀٽڪو تہ پنھنجا ٻہ بيزار ڏسنديـن.
ٻيـن کي تہ ڇڏ پر وڏي وٺ پڪڙ ۾،
تون خود پاڻ کي پاڻ کان ڌار ڏسنديـن.

## آزمائي ڏٺوسيـن

مِٽيون مائٽيون آزمائي ڏٺيون سيـن،
سَڳيون ڀائپيون آزمائي ڏٺيون سيـن. ★
مصيبت ۾ ڪو يار همدرد ڪونهي،
ڀڪيون دوستيون آزمائي ڏٺيون سيـن.

## ؟

ڏِٺُوَ ڇا، ڪو پاڇو، اُڏاڻي پکيءَ جو؟
مِليوَ ڇا، بيابان ۾ ڦرهو ڪجيءَ جو؟
اَو گهاتو! گهِڙيو مان بہ ساگر ۾ آهيان،
ها، مونکي بہ هٿ ۾ ڇلر آ مڇيءَ جو.

## تدبر ۽ مقدر

مَلهي ۽ مَري هي ڏنو ڏيک مون،
تہ ڪوشش ۽ قسمت جي چڪري لڳي.
تدبر هو اوتر ۾ لهرون تڪيون،
مقدر تي ساگر ۾ ٽڪري لڳي.

## وڏي وَٽُ

وڏي وَٽُ آهي سچيتو شعور،
هجي هوش سان جوش، جذبو ضرور.
فقط عقل تي فخر شاطر عيار،
رڳو هانءَ تي زور اوڳو مزور.

## سچي ڪر!

وِڏا وات ۾ چو اٿئني مُڳَ زمانا،
ستايو غريبن کي ڪنهن آ، سچي ڪر!
چڙي ڏي اجايا سجايا بهانا،
حقيقت ڪٿي اڄ تہ ڪيرئون اڃي ڪر!

### حقيقت

حقيقت بياني، گلا تي پوي ٿي،
حقيقت پسندي، ثنا تي پوي ٿي.
ڪجي ڪيئن استاد ڪيڏانهن وڃجي،
حقيقت لڪائڻ، خطا ٿي پوي ٿي.

★

### زندگيءَ جي هوا

مٿي ۾ اٿئون زندگيءَ جي هوا،
اسين تيز رفتار آهيون سو آهيون.
اڙي موت! ساهت جي رستي مٿان،
اسين توتي هسوار آهيون سو آهيون.

### ٽڪراءُ، سرچاءَ

هي مهراڻ موجون، هي ڇوليون ڇتيون،
هي ڇڪتاڻ جيوت جو آهي نشان،
جو ٽڪراءُ تنهن ۾ بہ سَرچاءُ آ،
عداوت بہ الفت جو آهي نشان.

### آرزو ـ جستجو

تمنا ۾ تحريڪ موجود آ،
ترقي جي تاريخ موجود آ.
جتي آرزو آ، اتي جستجو آ،
زماني جي تصديق موجود آ.

### ڇا ٿي ويو آ

حڪومت تہ عهدن ۾ مجبور آ،
پر آزاد رعيت کي ڇا ٿي ويو آ؟ ★
ڪندي مصلحت فيصلا آهي گُم سُم،
حقيقت جي غيرت کي ڇا ٿي ويو آ؟

### دغائون، انائون

ڪلامن ۾ منصور شاعر اسان جا،
بيانن ۾ مشهور رهبر اسان جا،
دلين ۾ دغائون، سرن ۾ انائون،
پڙهي دؤر ويو آهي، اندر اسان جا.

### سوچون سنڀالي رکو!

ڀلي مون کان سڀ موڪلائي ڇڏيو،
رکو "ياد" باقي ڀُلائي ڇڏيو.
بخاريءَ جون سوچون سنڀالي رکو،
مِٽي سا مِٽيءَ سان مِلائي ڇڏيو.

### چمن دفن ٿي ويو

سجي آڌ صديءَ کي سوا پَهرَ ۾،
نبيريون وچون ٿا، ٻُڌائي ڇڏيو.
بخاري جي خوشبو بچي شهر ۾،
چمن ٿي دفن ويو، هُلائي ڇڏيو.

### نئون نظارو

تو ساگر تي کهڙو سهارو ڏنو؟
تَسي تر کي کارو ڪنارو ڏنو.
جگر ٿهڪندڙ آ، نظر ڀهڪندڙ آ،
نئون زندگيءَ کي نظارو ڏنو.

## محبت مچائي چڏيسين

الائي تہ ڇا ڇا وڃائي وڃائي،
سڄي زندگي ئي وڃائي ڇڏيسين.
طبيعت رتو ڇاڻ مَڇَ ۾ نچائي،
چون ٿا محبت مچائي ڇڏيسين.

## عقيدو، عقل

جهور عقيدو اُڏڙي پيو آ،
عقل - جوانو اُگهڙي پيو آ.
حُجري جون ٿا ٽوٽيون ڪوڙيو،
هوڏان عرش بہ اُڪڙي پيو آ.

## رَنپ، رقص

ٻَميت ٻَميت ڏَور ڏَڳي پيو،
گهوگهٽ گهوگهٽ گول وڃي پيو.
صحرا، ساگر رَنپَ پوي پئي،
"رَمبا رَمبا" رقص هلي پيو.

## جهد جو ناد

دَور نئين جي ديد ۾ دل ۾،
فڪر تہ ڇا، فولاد وڄي پيو.
ساگر، صحرا، محفل، مِل ۾،
جهد ـ بقا جو ناد وڄي پيو.

## محنت

خلقت سُڏڪي گهرندي آهي:
صحت، دولت، شُهرت، عَظمت.
قدرت مُرڪي چوندي آهي:
محنت، محنت، محنت، محنت.

## واڪو واڪو پرچم

هي غم دل جو مرهم سمجهو،
ماتم سچ جو سرگم سمجهو.
جهوُنڪو جهوُنڪو فاتح ـ هَٿ،
واڪو ـ واڪو پرچم سمجهو.

## سنڌو تنهنجو

ڏينهن جو ڪم آ، رات جو غم آ، سنڌو تنهنجو،
منهنجو هڪڙو هڪڙو دم آ، سنڌو تنهنجو.
گيت لکان پيو، جنگ لڙان پيو، ڏيهہ ڏسي پيو،
ڪَنَ تي قلم آ، هٿ ۾ علم آ، سنڌو تنهنجو.

## هي ممڪن آ

صحرا، ساگر بنجي وڃن، هي ممڪن آ،
بحرن مان بَرَ بنجي وڃن، هي ممڪن آ.
ناممڪن ڪجهہ ڪونہ رهيو آ، او ڏاڍا!
ڏونگر پوپر بنجي وڃن، هي ممڪن آ.

## سپنا، ساپيان بنبا

جهوُنڪا، طوفان بنبا؟ هو ڏس بنجن ٿا پيا!
برپٽ بُستان بنبا؟ هو ڏسن بنجن ٿا پيا!
ناممڪن ڪجهہ ڪونہ رهيو آ، او بابا!
سپنا، ساپيان بنبا؟ هو ڏس بنجن ٿا پيا!

## بنا عنوان

وقت هجي روهيلو رڻ پٽ.
ڏينهن ضرور تہ ٿوهر هوندا.
ذهن جتي اونداهيون غارون،
فڪر اتي ڪاريهر هوندا.

## ڏينهن تتو

ڏينهن تتو، تَرُ ٽاندا، ٽامون،
آوا ٿي ويا ٽاٽا، ٿانءَ.
بيا تہ چڏيو خود سورج ڪرٽا،
ٻوڙي ڳولن ڇاڇا، ڇانءَ.

## جيون ـ جنگاهہ

جيوَن جو جنگاهہ زمانو،
اوڙي پاڙي ۾ آڙاهہ.
ڌري پَٽ تي پاٽيپٽ ۾، (1)
ڪيتر ونندو ڪير پناهہ.

---

(1) پاٽيپٽ مان مراد جنگ جو ميدان.

## هيناهين

سورج پنهنجا ڪرڻا پاڙهي،
پنهنجي مُنهن ۾ پالا ڪوڙيا.
هيڏا سارا سمنڊ سگهارا،
هڙ پنهنجي هيناهينءَ ٻوڙيا.

## آس ته ڏِسُ!

سُورج جو ناهيرو ڪوڙي،
رُڃ جو ڪير ٿي سڄ ولوڙي.
تاسَ تڪيءَ جي آس ته ڏس هو،
ريتِ تتيءَ تي اُس ٿي ٻوڙي!

## عيدون ايندْيون

مايوسين جي ڪُن مان نڪري،
جُنگ - جهاز - اميدون ايندْيون.
ماتامن جي جُهڙ مان اُيري،
عزم عظيم جون عيدون ايندْيون.

## دنيا جي همدردي

پڳ لاهي پوچو پڌرائڻ،
سِرُ ڦاڙي سُرمو پارائڻ،
هيءَ دنيا تنهنجي همدردي!
رت رئاري رئاري پرچائڻ.

## ڀڳڻ چائي چار

ڀڳڻ، چائي چار ٽين ٽا،
بعضي بزرگ، ٻار ٽين ٽا.
روھ منجهان ٽا روهي بنجن،
پونءِ، پريءَ جو بار ٽين ٽا.

## هوشيار رهو!

دل پنهنجي سنڀاليو، ميلي ۾ دلبر به آئو.
هوشيار رهو، جو رستي ۾ رهبر به آئو.
هت دانهن ٻُجهي ڪنهنجي به نٿي، ڪوَ صحرا آ،
هِت ماسُ ملي ٿو ماٺهوءَ جو، بازر به آئو.

### حرڪتون

بعضي بعضي اُپ ڪري ٿو، ڪڪرن واريون حرڪتون،
هيڏو ڏاگھو ٻيلو نِنديڙن تارن واريون حرڪتون.
آءُ بہ ڪٿ استاد، ڪٿي شاگرد ٿيان ٿو دوستو!
پنهنجن يارن ڪان بہ ٿين ٿيون، ٻارن واريون حرڪتون.

### پنڌُ ڊگھو

رات ۽ ڏينهن جو آهي ٻَڌو تو چيلھہ ـ پٽو،
تِـڙڪي، چانءَ جو چٽڪمرو آ پنڌ ڊگھو.
صدمو صدمو، ڪنڊو، گذرئين جهنگ منجهان،
رهڙيو پيو آ راڳي تنهنجو روح سڄو.

### تنهنجي هٿ ۾

ساگر، صحرا صحن تہ ڏونگر ها ليڪا،
تنهنجا گھروندا، افريشيا ۽ امريڪا. (1)
سپنا، ساپيان، ٺاهين، ڊاهين وينو تون،
خير ۽ شر جا تنهنجي هٿ ۾ رانديڪا.

(1) گھروندا: مٽيءَ جا ننڍڙا ٻاراڻا گھر.

## مظلومن جا واڪ

مزورن جا ڏينهن ڦرن تا مِل جي ڦيٿن وانگر،
سينين جا سرمايا سوگها لوهن ٿنڀن وانگر،
ظالم انڌا، ٻوڙا، گونگا تابوتن جان آهن،
مظلومن جا واڪ وڄن تا ٻِٽ جي دهلن وانگر.

## هڪڙي عمر هزارين آسُون

سانير لاڪر دل پئي ڪئي آ محبت جي مزدوري،
ڪافي عشق ڪمايم، دل جي پوبہ نہ اُوري پُوري.
هڪڙي عمر هزارين آسون اهڙيون دل ۾ ڏاريون،
هڪ هڪ آس هزارين عمريون ماٽي پو بہ آڌوري.

## حوصلو

هي ضروري ناهي هر هر زلزلو پيدا ڪجي،
قوم ۾ ليڪن مسلسل ولولو پيدا ڪجي.
مشڪلاتون ايندیون رهنديون پر ٻُڌو مشڪلڪشا!
هر قدم تي هوش سان گڏ حوصلو پيدا ڪجي.

## جنگي گيت تي ناچ

شاعر سوچيو: واڪا تيندا،
وڻ - وڻ وڃندا، پڪ پڪ اُڏندا.
جنگي گيت تي ڪنهن کي سُڌ هئي،
ناچو بنجي نينگر نچندا.

## سنڌ سڙي پئي...

تنهنجي اک ۾ پتلي ناهي، پٿري آهي،
سنڌ سڙي پئي، تنهنجي اک روئي به نٿي.
تنهنجي بت ۾، رت جي بدلي ريتي آهي،
خالق لڇي پئي، تنهنجي دل ڇرڪي به نٿي.

## ديس نہ اڏ ٿيندو

اخبارن ۾ جو تون روز نبيرين ٿو،
سنڌو ڏرتي آڏيري ڪا ٻڪري ناهي.
ڏَڙَ اَڏ ٿيندا، پيٿو، ديس نہ اَڏ ٿيندو!
ديس ونڊايون، هيءَ ڪا هٽ جي وکري ناهي.

## استقبال

ويهين سن ۾ باقي آهن يارهن سال،
ايڪهين جو ڪرڻو آهي استقبال.
ڪاتبُ ـ وقت لکي ٿو بينو تقديرون،
ڪاهل لاءِ زوال ته لائق لاءِ ڪمال.

## او طوفانو...!

او طوفانو، ڪارونجهر گهر منهنجو آ،
سَرَ ـ تِيليءَ تي ڇيهيٖ جو آڪيرو ناهي.
دهه ـ دهه، دڳ ـ دڳ قبضو آ، تر منهنجو آ،
ڳيري وارو ٽاريءَ تي واهيرو ناهي.

## ٿيءُ

انگ اُگهاڙي جي اڳيان اولو به ٿيءُ!
پوتِ ٿي، پهراڻ ٿي، پَٽڪو به ٿيءُ!
ظالمن جي ڪنڌ ۾ ڦندو ٿي پئه،
ياٺرن جي ڇيلهه جو سندرو به ٿيءُ!

### دوستي، دشمني

پيار ۾ سونفن جا گل سرها ٿيو،
خار سان سيلها تکا کنڊا ٿيو.
دوستيءَ کي دل جا گلدستا ڏيو،
دشمني ڏاڙهي ته پو ڏنڊا ٿيو.

### هر جڳهه تي هُوڪ

دشمنن لئه نانگ واري ڦُوڪ آ،
دوستن لئه مورَ واري ڪُوڪ آ.
شرَ هُلايو: شاعري گم ٿي وئي،
خير گرجيو: هر جڳهه تي هُوڪ آ.

### پيدا ڪجي

درد ۾ زنده دلي پيدا ڪجي،
ڪشمڪش ۾ دلڪشي پيدا ڪجي. ★
پنهنجي دنيا، پنهنجي، آزادي، خوشي،
ترسجي ڇو، خود وڏي پيدا ڪجي.

## طعنا ۽ پٿر

کنهن کي سُڌ هئي ڦٽڪا وسندا،
خانَ لڳا بُت ڪَلندا وتندا.
لفظ سِڌا بَمَ گولا ناهن،
طعنا پٿرن کي ڇا لڳندا؟

## قدرتي قاعدو

فرد توڙي قوم لئہ هي قدرتي آ قاعدو،
موت کي مُنهن جو ڏئي سگهندو اهو جيئندو پيو.
ويئي ويني وات جي رد ڪد مان ڪهڙو فائدو،
جو ڪِري اُٿندو، اُٿي هلندو، اهو وڌندو پيو.

## وقت جي واردات

وقت جي ويئي لکي مون واردات،
لک اصول استاد، پُٽڪيو مشڪلات.
”عزم جي سامهون، جُهڪيو آفت پوي،
ڏينهن کي روڪيندي ناهي ڪابہ رات“.

### حال جا ڪردار...

عزم ۽ امڪان جا آرڏا - آڏا،
سي ٻہ لاھي وينا ٻُڏتر ۾ لَڏا.
جو نہ آئيندا اسان جا پٽڪندا،
حال جا ڪردار ٿيا آنڌا - جڏا.

### هوشياري!

هن صديءَ جي ديڳ ۾ سنڌوندي،
سامراجي آڳ ڪان اُپري پئي.
هوشياري ڪلڪتا، ڪابل، سِبي!
انقلابي ايشيا اُپري پئي.

### هوڏ

پاٽيپت ۾ طاقتن جي هوڏ آ،
همتن ۽ حڪمتن جي هوڏ آ،
هوڏ جو، هڪ هڪ ڏجي ڪهڙو مثال،
جڙ تہ هي جڳُ جيوتن جي هوڏ آ.

؟؟

ڪوششون - ڪنجون ڪٿي گم ٿي ويون،
قسمتن جي ڳنڍ ۾ ڳوليون ٿا ڇو؟
اڄ - اجالو ۽ سياڻو سوجهرو،
ڪالهه جي ڪچڪول ۾ ڦولهيون ٿا ڇو؟

## سنگدل ويهين صدي

شوق جون شڪتيون غمن ۾ غرق ٿيون،
چڙ تہ قومون، انجمن ۾ غرق ٿيون.
سنگدل ويهين صدي تنهنجي هٿان!
جهومنديون بستيون، بمن ۾ غرق ٿيون.

## بابر، ابراهيم

دين جي پَر يا ڌرم جي نام تي،
ڪنهن کي شرمائڻ مان ڪجهه ورتو نہ آ.
بابر، ابراهيم (1) ٻئي اسلام تي،
جو لُٽڻ آيو اهو ترٽو نہ آ.

(1) مغل بادشاهہ بابر ۽ ابراهيم لوڌيءَ ڏانهن اشارو.

## قدامت جي شڪست

هڪ صدي اڳ ٿي چڪو هِت فيصلو،
جنگ، مياڻيءَ جي، قدامت جي شڪست. (1)
ڪله ٻہ هو ۽ اڄ ٻہ ساڳيو سلسلو،
فتح حڪمت جي، جهالت جي شڪست.

## ... نہ ڇيڙيو دوستو!

مُنهن تَڪيو ماڻهن جو، ويسن ڏي ڏسو،
دل جي ڏنڏن ڪي نہ ڇيڙيو دوستو!
ٿهڪڙا جن وٽ ڪِڙن تن سان ملو،
دردمندن ڪي نہ ڇيڙيو دوستو!

## قدر آهُنِ جو...

قدر آهُنِ جو ڪٿي ٿيندو نہ آ،
هانءُ هوائن جو لُڏي ويندو نہ آ.
باغ جو گل گل ۽ پَن پَن پوڪَ جو،
داد، دانهنِ ڪي ڏُڏي ڏيندو نہ آ.

(1) مياڻيءَ واري هنڌ، انگريز ۽ ٽالپرن وچ ۾ دوبدرو مقابلي ڏانهن اشارو.

### شعر گرجي قوم سان

شور کھڙو لَهرِ جو ساگر سوا،
زور ڇاجو واءُ جو اوٺر سوا.
شعر منهنجو گرجي، گڏجي قوم سان،
اسلحو بيڪار آ لشڪر سوا.

### پير پختا ڪر...

بحر تي او دوست، ڇَرَ ٽيندو نہ ڪر،
تون آن ڪارونجهر، ڪکر ٽيندو نہ ڪر.
پير پختا ڪر پٻر جي پاڙ جان،
واءَ وانگر دربدر ٽيندو نہ ڪر.

★

### ليڪو نہ ڪر

ڇا وڇايو، ڇا مليو، ليڪو نہ ڪر!
ڪجھ ڪٽيو، ڪجھ هاريو، پٽڪو نہ ڪر.
ڇا اڇڻ کان اڳ، وڃڻ کان پو بہ ڇا،
جڻ ٻُڙي مان وئي ٻڙي، الڪو نہ ڪر!

★

### ايترو پردو نہ ڪر

چهرو هرهڪ ديد ڪان گم، گفتو هرهڪ گوش ڪان،
اعتبار ئي گم ٿئي ٿو، ايترو پردو نہ ڪر!
آدميءَ جو سپنو آ، يا تنهنجو آهي فيصلو،
حشر ڪر، هيڏو وڏو هي مسئلو ڏنڏلو نہ ڪر!

★

### خواهشون...

خواهشون جيڪي ڪڏهن پوريون نہ ٿينديون،
چڻ تہ خوشبويون جي ڪنهن ناهن سُنگهيون.
حسرتون اٿورچ دل جون مون ڏنيون،
رُڃ ۾ روجهون اجاريون پئي ڊُڪيون.

### عشق ڪي آرام چا

عشق اڻ جهل، عشق ڪي آرام چا؟
ولولي تي ولولو، آ دام چا؟
مون تہ ماڻڻ جو ڪيو آ فيصلو،
صُبح ماٺيم سُور، ماٺيان شام چا؟

## ڪوبہ ڪم مشڪل نہ هو

يا تہ ڪوشش جو عمل ڪامل نہ هو،
يا تہ پورهيو، پيار سان شامل نہ هو.
نيڪ نيت، هوش، همت شرط هو،
مرد سامهون ڪوبہ ڪم مشڪل نہ هو.

## ارتقا رڪجي نہ ٿي...

چو ڪٿي رڪجون رفيقو، ارتقا رڪجي نہ ٿي،
زندگي جي آرزو ۾ جستجو ٿڪجي نہ ٿي.
ساٿيو، سَندرا ٻَڌي، هلندا هلو وڌندا هلو،
پاڻ چو ويهي رهون، دنيا جڏهن ويهي نہ ٿي.

## قوم ٿڪبي نہ آ

لوچ ويڙهي سوچ ۾ رڪبي نہ آ،
لاٽ پوڇي پاند ۾ ٻَڌبي نہ آ.
شخص ڪو ڪڪ ٿئي تہ ڪڪ ٿي تو سگهي،
قوم ساري ڪجهہ بہ ٿئي، ٿڪبي نہ آ.

### ڇو؟

جا گهڙي آئي وڃي، ڇڏجي ﺑﻪ ڇو؟
صبح جو ڪم شام تي رکجي ﺑﻪ ڇو؟
سوچ، ڇيهي ڪي متان ڇُهندو هجين؟
زهرَ جي ذرڙي مگر چکجي ﺑﻪ ڇو؟

### دهشتناڪ انديشا

هو وٽن ٿا عيش جا شيشا ڪنيون،
هي اچن ٿا گهرج جا تيشا ڪنيون.
دَور ـ دنيا جهومندا وڃندا هلن،
دل ۾ دهشتناڪ انديشا ڪنيون.

### بَند ڪر افواهه

خام آ، جنهنجو ﺑﻪ آهي هِي خيال:
سنڌ ٿيندي ختم اڳ چاليهه سال.
سنڌ رهندي، سنڌي رهندا شاد باد،
بند ڪر افواهه، ڌارين جا دلال!

## شوق ۾

نيم ديوانو بخاري شاعريءَ جي شوق ۾،
سِندَ اَدَ تي تي چَري پئي نوڪريءَ جي شوق ۾.
خلق جيئن جيئن تي ڪسي، تڙپي لڇي تيئن ٿو نچي،
لوڪ جو دشمن مدبر، ليڊريءَ جي شوق ۾.

## آهي ڪٿي؟

ڪٿسٽن ڪان تِي وِي تائين شاعري!
تيز باغي شاعري، آهي ڪٿي؟
هر قدم تي ڪوني بيٺي رهبري،
انقلابي - رهبري، آهي ڪٿي؟

## اسان جي شاعري

بُوءِ سُرهي بوستان جي شاعري،
روشني آ ڪهڪشان جي شاعري.
جوش، هوش ۽ حڪمتون جا ٿي ڏسو،
دوستو، سمجهو اسان جي شاعري.

### اَٽِڙ انقلاب

رات ڪي سڪرات جو آهي عذاب،
جو اُڀيان اڀريو اڇي پيو آفتاب.
خواب آ، هر رعب تخت ۽ تاج جو،
هڪ حقيقت آهي اڻ ٽر انقلاب.

### حوصلو

سامهون اُلري مسئلي تي مسئلو،
ڪربلا گذري تہ ڪڙڪي زلزلو.
اهڙي محشر ۾ دلاور دوستو،
هوش ڪي گهرجي خدا جو حوصلو!

### ڏاڍو ڏکيو

دوستيءَ جو دم هڻڻ ڏاڍو ڏکيو،
ڪنڌ تي پربت کڻڻ ڏاڍو ڏکيو.
ڪلڪيوليٽر ڪي ڇڏيو، انسان ڪي -
يار جو ”هڪ ڳڻ ڳڻڻ“ ڏاڍو ڏکيو.

### امن جو نغمو

عزم اڏري آسمان کان اڳيرو،
عرش اعليٰ ڪهڪشان کان اڳيرو.
امن جو نغمو ڏنم گونجي ويو،
سنڌ ڇا ساري جهان کان اڳيرو.

### شعر اريـيم قوم کي

منهنجو حصو مُگ، قصو مختصر،
قوم منهنجي ڪوهُ، ساگر بي ڪَپر.
شعر اريـيم قوم کي ٿي ويا امر،
قوم منهنجي معتبر کان معتبر.

### خامشي ۾ سرڪشي

خامشي ۾ سرڪشي ڏسٽي اٿئي ـ
بي ڏپي بانڪي ٽَڪرَ ڏوڙي ڏي ڏس.
خوامخواهه جي مسخري ڏسٽي اٿئي ـ
سمنڊ ۾ طوفان جي جهيڙي ڏي ڏس.

## توسان، ها توسان...

”قوم زنده تي رهي پر جي زبان زنده رهي،“
مامتا مَرڪي، مَلهي، پر جي امان زنده رهي،
توسان، ها توسان، او سنڌي قوم آ منهنجو وجود،
تنهنجو شان زنده رهي، پو منهنجي ”مان“ زنده رهي.

## ڪٿي آ

ڪاٿي آ قوم سنڌي، قومي زبان ڪٿي آ؟
ٿِي وِي اسان جي اڏمن جو ترجمان ڪٿي آ؟
تاريخ جو جبر ٿو طعنو هٽي پڇي پيو،
آزاد قوم، تنهنجو اوچو نشان ڪٿي آ؟

## ڀھڙو ڪَلورُ

پرڀات بي نہ ٿئي ۽ ستارا هليا وڃن،
طوفان تيز ٿئي تہ ڪنارا هليا وڃن.
ڀھڙو ڪلور ڪنهن بہ نہ هوندو ڏنو ڪٿي،
جو ساٿ پيو هلي ۽ سهارا هليا وڃن.

**دلربش/ دلڪش گهڙي**

مصري جي تڙ ملي يا وهُہ جي ڳڙي ملي،
ماڪي مٺي ملي يا رَسولَ ڪڙي ملي،
سنهن ساڪ زندگيءَ جي دلربش دلڪشيءَ جي،
ڳاري ڳهي ڇڏيسين جيڪا گهڙي ملي.

**فرار، ڪرار**

انبن جي ال ۾ جيئن گدرو بہ رکبو آهي؛
تيئن انتظار ۾ تون ڪجهہ اعتبار رک.
هيءَ چيز ڪم جي آهي مشڪل ۾ ڪم پئي ايندي،
ڪانئر ـ فرار ۾ تون سورهيہ ـ ڪرار رک.

**اڄوڪو ڏينهن**

ڪلو سنڀالي سنڀالي، متان رُئي نہ پئو،
رُئو تہ پاند سان اُگهندا وڃو پُسي نہ پئو.
اڄوڪو ڏينهن، جو مس مس مليو آ مهلت ۾،
سَدون هزار، مسئلا سوين، منجهي نہ پئو.

## اڄوڪو مشورو

جنون، جوش اوهانجو تيار آهي متان،
سڏي ڏڦيڙ، مڇرجي، اُٿي، ٻڪي نہ پئو.
اهو بہ عيب غضب جو آ، غير جي هٿ ڪان،
ڇِبي ملي تہ اُٿيئي جهُڪي، هُشي نہ پئو.

## ٽپهريءَ ڏاري

دهشت ڪي لڳي باهہ، ٽپهري ڏاري،
عزت جي اگهي آهہ، ٽپهريءَ ڏاري،
تدبير ۽ تقدير جي همت ڪي آ –
وَڻ وَڻ ڪئي وهواهہ، ٽپهريءَ ڏاري.

## ڇوڏو نہ مليو

آڙاهہ ويو اونداهہ ڪي ساڙي اهڙو،
جو پنڌ تہ ڇا پاپ جو پيرو نہ مليو.
درياهہ ويو گجگاهہ ڪي لوڙهي اهڙو،
جو ڏار تہ ڇا ڏار جو ڇوڏو نہ مليو.

ـ ه

امير، پير کي زردار يار جي ڳولا،
وچين ڪلاس کي غمنار پيار جي ڳولا،
مِلون، بزار، ٻنيون ڳوٺ جون ڳليون شاهد،
غريب لوڪ، رڳو روزگار جي ڳولا.

## اونو

امير، پير کي آ مانَ شانَ جو اونو،
وچين ڪلاس کي ڪلچر زبان جو اونو.
مريض ملڪ جي قرضي عوام کي آهي،
اَٽي علاج، لٽي ۽ مڪان جو اونو.

## وطن جي ذرتي

دل جان جگر آهي، وطن جي ذرتي،
نيڻن جي نظر آهي، وطن جي ذرتي،
هر ڏک جي دوا آهي طبيبو، بابا –
اڪسير اثر آهي، وطن جي ذرتي.

## نوان جوان...

نوان مشال، نيون روشنيون، نوان شعلا،
نوان خيال، نيون ڪوششون، نوان جذبا،
ڇيو لطيف، بخاريءَ کي، آزمايون هي،
نوان جوان، نوان قافلا، نوان رستا.

## ڪُٽڪو

محفل جي لطف، لاٿ ۾ جرڪيو، اُجهيو وڃان،
سچ ٿي پڇين ته ڪونه ڪو اُلڪو نه ٿو ڇڏي.
ڪاٿي عزيز زندگي، توکي وٺي هلان؟
ڪنهن جاءِ تي به موت جو ڪُٽڪو نه ٿو ڇڏي.

## سمجهي نه سگهيس

سقراط[1]، رسل، باغ گهڻو سمجهايو،
بي انت زمانا، توکي سمجهي نه سگهيس.
يا روح نچائيئه يا لڄائيئه، اِهو ڇا هو؟
بي چين بهانا، توکي سمجهي نه سگهيس!

(1) برٽينڊ رسل

## جئي اُڏام اسانجي...

قبيح دور ٿئي ٿو قديم جي ضد ڪان،
ڏيو جديد جي هٿ ۾، حسين ٿي ويندو.
فلڪ جو فخر اجايو تہ هُو اُتاهون آ،
جئي اُڏامَ اسان جي، زمين ٿي ويندو.

## گهرُ شرڪنان خير

ڀَڪ، ڀَرڪَ جي دنيا ۾، انومان اچي نڪتو،
ماڻهن جي مدد لاءِ هنومان اچي نڪتو،
الياس، خضر ڪي چيو، گُهر شِرڪنان خير،(1)
جبريل جي پوشاڪ ۾ شيطان اچي نڪتو.

## صورت ڪهڙي؟

تخليق جي هر شڪل ڀڪي شاهد آ،
خالق جي انڪار جي وقعت ڪهڙي؟
بي جسم آ، بي مثل آ، بي هيئت آ،
الله جي اقرار جي صورت ڪهڙي؟

(1) حضرت الياس عليه السلام ۽ حضرت خضر رحہ.

## سُرت - سَمڪَ

تعريف ۾ تحقيق جو ردڪد بہ ٻُڌم،
تشڪيڪ ۾ توحيد جي ٻڌتر بہ تہ هئي.
پئي عشق - عقيدي جي سهاري تي وڌيم،
پر سُرت - سمڪ راهہ ۾ رهبر بہ تہ هئي.

## روشنيءَ جو ميلو

خوشبو چيو: مچي پيو هي روشنيءَ جو ميلو،
سنڌو چيو: جيالن جي زندگيءَ جو ميلو.
تاريخ جو ڪَنن ۾ گُهوگُهو وڳو، ٻڌو مون -
گُهوگُهوءَ چيو: بخاري، ڪڙمي ڪميءَ جو ميلو.

## وقار جي خوشبو

ڏسو عوام جو گلشن، بهار جي خوشبو،
نئين شعور جون هيرون، وقار جي خوشبو.
ڪِڙي پلي تہ ڪِڙي بوستان پناهيءَ جو،
مِڙي پلي تہ مِڙي آر پار جي خوشبو.

### چوسٽو

تکو هوندو تہ چِٽ ڏاٽو توکو هوندو،
مُڏو هوندو تڏهن بي مترکو هوندو.
لکيو جيکو بخاري چوسٽو هوندو،
فضا ۾ ڦڙکندو ڳاڙهو جهنڊو هوندو.

★

### زلزلو سمجهو

جي ڪُوڪون ٿا، وڏو هنگامو ڪوٺيو ٿا،
جي سُڏڪون ٿا تہ ٿا اوتر - ڳڙو سمجهو.
اسين مظلوم اُلرون ٿا تہ لرزو ٿا،
اِجهو مچرون ٿا، هاڻي زلزلو سمجهو.

### تعارف

ايازي عيب سمجهيسين، نہ تيموري، نہ تاتاري،
پري پيري، اميريءَ کان نہ درگاهي نہ درباري.
اسان جو يار مزدور آهي، منظورِ - نظر هاري،
تعارف مختصر، آهيون اسين پورهيئي جا پوڄاري.

### مقدر ڏي ڏسان ڇو؟

جي سُرڪي ڏين تہ ساگر ڏي ڏسان ڇو؟
جي راضي ٿين مقدر ڏي ڏسان ڇو؟
گڏي - گوڏي جي ويهاري ڇڏين تون،
سڏي هوڏي، سڪندر ڏي ڏسان ڇو؟

### ڏک سک جو دوگانو

ڏسان دل ڏي تہ ديوانو لڳان ٿو،
اجا اڄڪلهہ تہ ويرانو لڳان ٿو.
جوڳايو پنڌ ۾ اُس، ڇانءَ گڏجي،
اِهو ڏُک سک جو دوگانو لڳان ٿو.

### عشق ۽ لفظ

مان پنهنجو عشق ماڻهن کي ٿو سمجهايان،
اجهل جذبن کي لفظن ۾ وجهان ٿو.
ايئن ساگر کي بازر ۾ ٿو پهچايان،
ڪٽي لهرن کي لوٽن ۾ وجهان ٿو.

## مان تڙپان ٿو

مان پنهنجي دل جي ڀڙڪن کي لڪائڻ لاءِ ٿڪان ٿو،
اوهين سمجهو ٿا جهومان ٿو، قسم اڌمن جو تڙپان ٿو.
جيئن ٿو عشق جو اوٿر اکيڙي پير منهنجا ٻئي،
تيئن محبوب تنهنجي سونهن کي مضبوط ڇهڻان ٿو.

## اڻ ڏٺا سپنا

اَڄوڪن اَڻ ڏٺن سپنن جو چهرو،
مان آئيندي جي درپن ۾ ڏسان ٿو.
ڪڏهن مَن تاس ڪيتن جي لهي پئي،
ڪٽي ساگر کي ڪکرن ۾ وجهان ٿو.

## وصيت

شهيد - سنڌ جو سَنڌ سنڌ سَهيڙيو،
سوين بخرا ڪري وِڪ وڪ وَندايو.
"دفن هِن ديس جي دهه دهه ۾ ٿئي هو"،
وصيت ويو ڪري، پوري ڪرايو.

## نہ ايندو

وڃايون، ڪيترو جهومي، نچي پر،
چپن جو چاھہُ، چنگن ۾ نہ ايندو.
ٻُڌايون، ڪوڙ تشبيهون ڏئي پر،
مزي جو لطف، لفظن ۾ نہ ايندو.

## ايندو تہ آهي

چمن جو واس جهؤنڪي مان نہ ايندو،
مگر جهؤنڪو بہ بُو ڏيندو تہ آهي.
مزو ساپيان جو سپني مان نہ ايندو،
اهو مجبو تہ ڪجھہ ايندو تہ آهي.

## مرڻ ڪانپو

ڏڏڙ جو جهول ٻنجان ها، مرڻ ڪانپو،
سڄي سنڌڙيءَ تي ڇڻڪاريوم ها ساٿي!
گهڙو پاڻيءَ جو پسجان ها، مرڻ ڪانپو،
ڪٽي سنڌو مٿان هاريوم ها ساٿي!

## ناهيون ٿا

حقيقت، علم، حڪمت پيار لئہ اقرار ناهيون ٿا،
حماقت، وهم، ظلم ۽ زور جو انڪار ناهيون ٿا.
گهٽن يارن جي ليکي ۾ مڙئي اشعار ناهيون ٿا،
ادب جو سُنهن، اسين انصاف جو سنسار ناهيون ٿا.

## تَرُ ۽ گهرُ

پلي امرت لهڻ جي آرزو ڪر،
جَهجهي سنڌوءَ جي جَرَ جي جستجو ڪر!
ازل کان عرش تنهنجي بحث ۾ پر –
گهٽي تَرَ جي ۽ گهرَ جي گفتگو ڪر.

## مان ڇو مران؟

مري غالب نٿو، مان ڇو مران؟
فراز ۽ فيض وانگر پيو جيان.
پٽائيءَ کي چيم: بابا ٻُڌو –
بچي "سنڌي" (۱) تہ مان بي ٿو بچان.

(۱) سنڌي قوم، سنڌي ٻولي

### سَتَ زبانو

تشخص ۾ تقدس سو ٻہ هن تَرَ جو؟
تڪلف برطرف، ڇڪچور ٿئي ٿو پيو.
سچل سرمست وانگر سَت زبانون هي،
ٻنائي جو وطن مَشهور ٿئي ٿو پيو.

### گهوگهو

ڏنو آ ڏونگرن ٿر بر ڪي گهوگهو،
ڪنارا سنگهرون، ساگر ڪي گهوگهو.
اهو آفاق جو گهيرو ڏئي ٿو،
زمين ڪي، چنڊ ڪي، انبر ڪي گهوگهو.

### ٻُڌي ٿو ڪير...

ٻُڌي ٿو ڪير ڪوئل تنهنجي ڪُوڪو ڪي،
تماشا باغ ۾، ٻيلي ۾ ڏوڏو آ.
سنگهي ٿو ڪو سرهيا تنهنجي خوشبو ڪي،
انهيءَ بازار ۾ دونهين جي بدبو آ.

### آفاق جو گهيرو...

اهو آفاق جو گهيرو ڇلو آ،
او هستي، چيچ تنهنجي ۾ پلو آ!
ڪري پوندو ڪڏهن ڪٿ نيستيءَ ۾،
گسي ٿو پيو، اڳيئي گهرگهلو آ.

### ٻُڏ ـ تر

ڏِسيو وڻ ـ وڻ ڪي اوٿر ۾ وڃان ٿو،
ڇڏيو منڇر، نندي ڇر ۾ وڃان ٿو.
پتو ناهي تہ ڇا ٿيندو خطي جو؛
مئو استاد ٻُڏتر ۾ وڃان ٿو.

### چالاڪ، بيباڪ

اهي جي ان طرف افلاڪ آهن،
هميرئو، ڪاڪ ۾ ڃڻ ڪاڪ آهن.
وڏي ماڻِن ٿا منزل ميندرا سي،
جي هڪ چالاڪ، ٻيو بيباڪ آهن.

## ته چا ٿئي ها!

جيئن برسات ۾ ڪيليون ائين پونچار ۾ ماڻهو،
نِڌڪي خلق، ڏڪي ٿي جي جيئي ها ته چا ٿئي ها!
اَجايو انتظار استاد، خالق کي ۽ خلقت کي،
قيامت سا هِتي ئي ٿي به گذري ها ته چا ٿئي ها!

## سنڌين کان سوال

ته چا، گمنام ٿي ويندا سين يَرَ آهستي آهستي؟
خيال - خام ٿي ويندا سين يَرَ آهستي آهستي؟
پراون کي پناهون ڏيندي ڏيندي، ڏينهن هڪ ايندو،
اسين خود سام ٿي ويندا سين يَرَ آهستي آهستي؟

## عظيم انسان بُڌ

پهاڙن جون وڏيون چوٽيون جُهڪائين، تون،
خلائن ۾ اپالن کي ڊڪائين، تون.
عظيم انسان مان توکي مڃيندس پو،
جڏهن سنسار جا آنسو سُڪائين تون.

## جيئڻ جو حق

ٽڏي خارن پڏيو: خوشبو ونڱينداسين،
گلن ٿهڪي چيو: مهڪون ونڊينداسين.
جيئڻ جو حق، رُسي قدسي ڪسيندا جي،
خدا جو سنهن، نہ ڏينداسين، نہ ڏينداسين.

## جنس ۽ دولت جو جادو

ڪشش جو ڪرشمو هرڪو مڃي ٿو،
(1) سَگهو "سگمنڊ" آ جبلت جو جادو.
مگر دنيا کي موهيندو وڃي ٿو.
(2) او دانا "ڪالما" دولت جو جادو.

## ڏاهپ جو پڙاڏو

(3) او ڏاها، تنهنجي ڏاهپ جو پڙاڏو،
هوا ۾، هير ۾، اوتر ۾ آهي.
(4) اٿيو رائين ڪان راويءَ ڪان گذريو،
سڄي سنسار ۾، گهر گهر ۾ آهي.

---

(1) سگمنڊ: فرائڊ (2) ڪالما: ڪارل مارڪس (3) اشارو ڪارل مارڪس ڏي (4) جرمنيءَ ڪان پاڪستان يا يورپ ڪان ايشيا.

**تنهنجون منهنجون جرئتون**

ڪٽي ڪنڌيون، گلابي موسمون پهتيون،
ڪري سينگار سهٽيون منزلون پهتيون.
مچينديون مات، جُهڪنديون مشڪلون پهتيون،
جتي تنهنجون ۽ منهنجون جرئتون پهتيون.

**مون دور ڦيرايو**

عقيدا تو، بنا بنياد ٺهرايو،
اچي پيو فرش تي مون عرش ڪيرايو.
قنوطي، تو گهٽو هر وقت روڪيو پئي،
مگر مون دَور پئي هر روز ڦيرايو.

**خيال**

خدا کان ناخدا تائين خيال آهي،
ازل کان انتها تائين خيال آهي.
لقا پور جو لقا تائين خيال آهي،
بخاريءَ جو بقا تائين خيال آهي.

## ظالم لاءِ زلزلو

وڏيو دنيا جي دل ۾ دڪدڪو آهي،
وڏن لوڏن ۾ دهشت، دٻدٻو آهي.
قيامت ناهي، مظلومو، نہ گهٻرايو!
رڳو ظالم جي گهر لئہ زلزلو آهي.

## حياتي نانگ تي لَتَ

حياتي، نانگ تي لت آ،
يا سَرَ تاندي جي سنگت آ.
سزا، ماتم اتي ماٺيو،
مليو موقعو غنيمت آ!

## صورت ئي صورت

هنر وارو هجي، دنيا سڄي دولت ئي دولت آ.
هوا، سورج، مٽي، پاڻي وڏي قدرت جي نعمت آ.
فقط سهڻا گلابي گل، ستارا، چنڊ ئي ناهن،
جبل، جر، جهنگ سڀ سهڻا، رڳو صورت ئي صورت آ.

**... پو مجي**

جليو جيئرو وتين ٿو جوت ورچيندو،
مرڻ کان پو مچي ڏيکار، پو مجي!
نہ تون عيسيٰ نہ تون موسيٰ نہ تون مائو،
بخاري ٿي بچي ڏيکار، پو مجي!

**... پو مجي**

نِسورو زهر پِي ڏيکار، پو مجي!
اهو پي پو بہ جِي ڏيکار، پو مجي!
پچين ٿو پيو، بچين ٿو پيو تہ چا ٿي پيو،
اِنهيءَ مچ ۾ نچي ڏيکار، پو مجي!

**... پو مجي**

گسي - پيسي، پنجيئي ٿي پراڻا ويا،
ڇهين حس سان ڇُهي ڏيکار، پو مجي.
تہ آخر زندگي جو دنگ ڇا هوندو،
زماني کان پچي ڏيکار، پو مجي.

### ... پـو مـجـجـي

زمانو، باهہ ٻارائي، ڄمي وڄجي تہ پو مججي.
اشارو يار ڏيارائي، رڄي وڄجي تہ پو مججي.
ڪلاشنڪوف جي ڪڙڪڙ ۾ ڪوئل ٿين متان شاعر!
ٻُڙائون - مينهن ٿي ڪڙڪي، ڳڄي وڄجي تہ پو مججي.

### گلابن جا غلام

اسين سُرهاڻ جا گيسو، صبا ٻنجي سنواريون ٿا،
ڪندا شبنم جي قطرن کي نگاهن سان سلام آهيون.
نہ ڪنڊن کي ٿا ڪيڪاريون نہ ٿوهر سان رکون ياريون،
مگر رابيل جا نوڪر، گلابن جا غلام آهيون.

### ايندڙ صديءَ جي آجيان

اچو، ايندڙ صديءَ جي آجيان ڪريون!
نشانبر "امن - عالم" جو نشان ڪريون.
هٿيون اينمي آڙاهہ ڌرتيءَ تان!
جهنم گمُ ڪريون، جنت عيان ڪريون!

## پيغام منھنجو

زماني جي گهڙي ۽ مان ٻئي يڪسان،
گهڙي گذري، زمانو لازوال آھي.
جئو مينار، ٿيندو ڊوڙ ھڪ ڏک سان،
مگر پيغام منھنجو لازوال آھي.

## ٻہ پيرا، ٻہ ـ ھَٿيا

ٻہِ پيرا، ٻہ ھٿيا، تون ڇا تہ طاقت آن!
ڪٿي نافت، ڪٿي ناز ۽ نزاڪت آن.
جھنم، جنتون تنھنجي طبيعت ۾،
تون پنھنجي ھر قدم تي ھڪ قيامت آن.

## ڏسبو

انڌارو پرھہ ڌاري ڦٽڪندو، ڏسبو،
سويرو صبح ايندو جھومندو، ڏسبو.
ڀِتيندو پَتڪو لاھي تارو تارو ھُتِ،
ھِتي پيو ٻوٽو ٻوٽو ٽھڪندو، ڏسبو.

**“امن ـ عالم”**

ٿي ايڪيھين صديءَ جو انتظار آھي،
فلڪ بي چين، ڌرتي بيقرار آھي.
شڪاگو ڪان ھوانگو جھوُنڪي جھوُنڪي ۾،
ڪنايو، “امن ـ عالم” جي پڪار آھي.

**ايڪيھين...**

اڳيان سنسار، ايڪھين اچي ٿي پئي،
ڏسون ٿا ڪامپيوٽر تي ھلي ٿي پئي.
دڳن تي نرڳ، سرڳ آھن سجايا ويا،
عجب آھي، پڇي ٿي تہ بہ نچي ٿي پئي!

**خير، شر جو معرڪو**

رذيل انسان خود شيطان ٿي ويندو،
عظيم انسان ڄڻ يزدان ٿي ويندو.
پيانڪ خير، شر جو معرڪو ھوندو،
زمانو حشر جو ميدان ٿي ويندو.

### پيمبر ٿيو

اُجهايو جنگ ناحق جي، پيمبر ٿيو.
ڪٺو گيتا جا ۽ قرآن جا گفتا،
پڙهائي ۽ بخاريءَ کي گهرائي چئو:
ٻُڌايو امن عاليشان جا گفتا.

### بشري ترانو

ٻُڌو ”ون ورلڊ“ جو ”بشري - ترانو“،
ايرندي ۽ الهندي جو خزانو.
وڃون ڪرنديون نہ ايٽم بم ٿي هاٺي،
نہ جلندو ڪو جهان ۾ آشيانو.

### نغمو

زمانن کي نپوڙي ٿو ڪڍان نغمو،
ڪتابن کي نچوڙي ٿو لکان نغمو.
منو محبوب جي پرپور بوسن کان -
اهو امن و امان - امن و امان نغمو.

## جهنم کان جنگ بدتر

(۱) جهنم کان شعاعي جنگ بدتر آ،
نظارو امن جو جنت کان بهتر آ.
آڏا جنگين جا ذهنن مان پيا پٽجن،
کُلي ويو امن جو هر دل ۾ دفتر آ.

## فرهاد پارن جي ضرورت آ

ندين ڪوڪيو، آڏُنِ پٽڪيو: اُجارن جي ضرورت آ،
پڪاريو ڪٽڪ پاندن ۾: ٻُڪارن جي ضرورت آ.
مگر آڏو پتر ناهن پُرن، ٽُڪٽا ٽَڪرَ آهن،
لکن تيشن، لکن فرهاد پارن جي ضرورت آ.

## راڄ وارن جي ضرورت آ

چنيسر جو رڱيون چهرو، اڱارن جي ضرورت آ.
ٻڌايون نوڙَ جي پڳ، راڄ وارن جي ضرورت آ.
نڪا تازي ٿٿون، وانگر ٻڪي ٻُڙکي ٻڌا ٿي پيا.
اشارن مان نہ ڪجھ ورٽو آ، ٿارن جي ضرورت آ.

(۱) ليزر شعاعي

### ادارن جي ضرورت آ

جتي سهٽيون تري ڇاٽن، نوان ميهر ملهي ڇاٽن،
اسان جي عزم کي اهڙي ادارن جي ضرورت آ.
چڙهي ويا چنڊ ڏي ڪافر، لڙي ويا حور ڏي مومن،
هتي هڙني کي هوندي حسن وارن جي ضرورت آ.

### هزارن جي ضرورت آ

صدين ۾ ٿيو ٻه هڪڙو ديدور پيدا ته ڇا ٿي پيو؟
اسان جي ڏيهه کي ذاهن هزارن جي ضرورت آ.
نوان سقراط، افلاطون پيو استاد پيدا ڪر،
زماني کي نڪورن شاهڪارن جي ضرورت آ.

### ناهي جهڪيو

جو اِيو ڳاٽو، اهو ناهي جهڪيو،
دار تي رهندو اُڏو، ناهي جهڪيو.
پنج ڪنڊ ۽ ست مها ساگر گواهه،
پونءِ تنهنجو پُٽ پٽو، ناهي جهڪيو.

## ناهي جهڪيو

جيءُ جيجي، ٿج تنهنجي ٿي ملهي!
تنهنجو هر سچو ٻچو، ناهي جهڪيو.
سنگهه سامبس، شينهن دودو، هوشو شير،
آنگ آدو اڌ ٿيا، مٿو ناهي جهڪيو.

## ناهي جهڪيو

مرد، محمود ۽ متن وڙهندي وڍيا،
تخم دريا خان جو ناهي جهڪيو.
جهوڪ جو جهونجهار بانڪو بي ڏپو،
عام ساٿي ٿي اُٿيو، ناهي جهڪيو.

## ناهي جهڪيو

روپلو ڪولهي سَلي ساٿي نہ ٿو،
آگريون شعلو اُلو، ناهي جهڪيو.
(1) پيڻ بختاور، بلاول، نون - عين،
ڏڙ ڏڪيو، سينو رڌو، ناهي جهڪيو.

(1) نذير عباسي

## ذرڙي ذرڙي جو حساب

ترت ٿيندو آپري سپري جو حساب،
وقت سانديو واڪي واڪي جو حساب.
زارَ، نِيرو، هِنلرو، ڦورو ٻڏو،
ورتو ويندو ذري - ذري جو حساب.

## پَٽڪي پَٽڪي جو حساب

مائرون، پيٽون، ونيون، جيڏيون رُنيون،
سو سنيارج سُڏڪي سُڏڪي جو حساب!
چَنئُري چَنئُري ڏي نهاري کر عُمر،
پوتِي پوتِي، پَٽڪي پَٽڪي جو حساب!

## لمحي لمحي جو حساب

اکَ پَٽي جهولا، ڪليون لوساٽجو!
ڪور کي پيو جهوُنڪي جهوُنڪي جو حساب.
هان ونو، پلپل دعا، دم دم عمل،
جي ونو ٿا لمحي لمحي جو حساب!

## جُملي جملي جو حساب

قط، قلم، هٽ، هوش هججو هوشيار!
قوم وننڊي ٽپڪي ٽپڪي جو حساب.
شاعـري، استـادَ تـڪبـي تـوربـي،
جلد ٿيندو جملي جملي جو حساب.

## ڪُجهہ ٻُڌائجو!

هڪ مسئلو فقيه، پُڇون، ڪُجهہ ٻُڌائجو!
ڦٽڪو لڳي تہ ڪيئن لڇون؟ ڪُجهہ ٻُڌائجو!
تحت الثريٰ جهُڪون جي، اُٿون آسمان ڏري،
ڪيڏرو ڪروندڙو ٿي رهون، ڪُجهہ ٻُڌائجو!

## ڪُجهہ ٻُڌائجو!

اُپ تان ڏڪيو تہ پُونءِ تي آدم اچي ٽڪيو،
ڌرتي ڏڪي تہ ڪيڏي وڃون؟ ڪُجهہ ٻُڌائجو!
او مير، پير، ڪير ـ ڪندون ڪائجو يڪيون،
ڪاٿي ضمير دفن ڪيون، ڪُجهہ ٻُڌائجو!

## ڪُجھ ٻُڌائجو!

چو رات کي بہ ڏينهن سڏيون، ڪفر ۾ پئون،
ڇاڪاڻ ماڪ، مِينهن ميون؟ ڪُجھ ٻُڌائجو!
آڙاھ تِي جڏهن بہ جُولا جهجهڙ ڪجو،
طوفان تِي اسان بہ اچون، ڪُجھ ٻُڌائجو!

## حيرت جهڙو

دهر جي ديد ۾ اڳ ۾ ئي گهٽي عبرت آ،
شعر جي وات ۾ پيغام بہ حيرت جهڙو.
تي خدا پاڻ مون تي پاڻ ڏي جبريل مڪو،
هو انهيءَ خواب جو الهام بہ حيرت جهڙو.

## سانحو

هي بہ لکبو تہ جو هڪڙو سانحو،
مينهن بدران ماڪ سان سرچي ٿو پيو.
ناڪئا! رکجو نظر هر شخص تي،
ڪي تہ ٻيڙيون خود خضر ٻوڙي ٿو پيو.

## ديڳڙو ٻڙڪي ٿو پيو

تو ڪٽي تيلي هنئي، ٻوڙو ٻريو،
ٻُوڙي مان ٻيلو ٻريو ٻڙڪي ٿو پيو.
باھ ٻارن ٿيون بخاري ذلتون،
ديس آهي ديڳڙو، ٻڙڪي ٿو پيو.

## گفتا تہ ڪو ٻڌي!

اوٺر نہ ٿي اٿاري موسم، متان ڪِرن ٽُٽَ،
ٿي هير گؤنچ چيري، چرڪا تہ ڪو ٻڌي!
وھ جو وٽو هٿن ۾، قاتل اجل اکين ۾،
سُقراط جا سُچيتا، گفتا تہ ڪو ٻڌي!

## سهڪا تہ ڪو ٻڌي!

سسئي ڊڪي سجن ۾، سهٽي ٻڏي ڪُنن ۾،
سهٽن جا هيڏي هوڏي، سهڪا تہ ڪو ٻڌي!
عاشق جو لاش تڙپي، پِنڪو نہ ٿا ڪريو جي -
وهوا تہ ڪجھ ڪريو جو وهوا تہ ڪو ٻڌي!

**واڪا تہ ڪو ٻڌي!**

ڪنهن دردمند دل جا دهڪا تہ ڪو ٻڌي!
پٽڪا نہ ٿو ڪنائي، واڪا تہ ڪو ٻڌي.
لازم نہ آهي ڪنهن جي هر ڪوڪ کو ڪنائي -
ڪِٿ ڪٿ، ڪڏهن ڪير ير ڪاڪا تہ ڪو ٻڌي!

**... تہ تڙپان ٿو**

ڇهين حِس ڇرڪُ ڇيڙي ٿو تہ تڙپان ٿو،
ڪٽي مون کي ڪنديڙي ٿو تہ تڙپان ٿو -
ازل ڪاهي، ابد ڳاهي ڇڪو آهيان،
خيال اڳتي بہ ڪيڙي ٿو تہ تڙپان ٿو.

**... تہ تڙپان ٿو**

جو اوتر، مينهن ۾ آيو آجهو سمجهي،
اُتي توٽيون اکيڙي ٿو تہ تڙپان ٿو.
گهٽيءَ مان ڪوبہ ٻيرو گهوٽ گذري ٿو.
ڇتو ڪو واڄ تيڙي ٿو تہ تڙپان ٿو.

### ... تہ تڙپان ٿو

مرڻ جي مند ئي ناهيس، پر جوڌو،
جيئڻ جي لاءِ جهيڙي ٿو تہ تڙپان ٿو۔
شڪاري جوءِ ۾ شهباز پالي پيو،
بخاري مور ميڙي ٿو تہ تڙپان ٿو.

### شرم...

ڪيتري ڏاڍَ تو توڙ تاتي!
ڏنپ ڏئي ڏيهہ جي چلي چاتي.
قوم ڪوڪي، لچن پُچن پاتي،
"شرم تم ڪو مگر نهين آتي؟"

زندگي ٽڪٽڪي وئي بنجي،
شاعريءَ، زهر جي وَٽي چاتي.
چيچَ ڦٽڪا وجهن نچي ڪاتي،
"شرم تم ڪو مگر نهين آتي؟"

## پوءِ ڇا ڪجي؟

واهرو، ويري ٿئي، پوءِ ڇا ڪجي؟
روشني ميري ٿئي، پوءِ ڇا ڪجي؟
جو ڪري چوري، ڏکي زوري وري،
سو اچي پيري ٿئي، پوءِ ڇا ڪجي؟

## پوءِ ڇا ڪجي؟

زندگي اهڙي آهي، پوءِ ڇا ڪجي؟
هائو وهہ جهڙي آهي، پوءِ ڇا ڪجي؟
مُنهن نہ رهڙيو آهي جو مکجي ملم،
دوست، دل رهڙي آهي، پوءِ ڇا ڪجي؟

## پوءِ ڇا ڪجي؟

چاهہ چاقون تي پوي، پوءِ ڇا ڪجي؟
هاڻ ڦاڪون تي پوي، پوءِ ڇا ڪجي؟
ٿر تتو تاسو گهري ساگر مگر،
مينهن ماڪون تي پوي، پوءِ ڇا ڪجي؟

**سمجهڻ جي ڪيم...**

ڪي پِي پِي ڏِوَ تي ڦوڪون ڏين،
ڪي سُرڪي ڪاڻ بہ ڪوڪون ڪن.
سمجهڻ جي ڪيم، سمجهي نہ سگهيم،
هن ميخاني جي هيءَ اُلجهن...!

**سمجهڻ جي ڪيم...**

نئَن يار جون ريهون ۾ لاڏا،
مرحوم جي خاموشي، پِٽڪا ـ
سمجهڻ جي ڪيم سمجهي نہ سگهيم،
خود مطلب دنيا جي منشا ـ

**سمجهڻ جي ڪيم...**

جِت ماڪ رُئي هر ورق مٿان،
اُت مکڙيون مشڪن شوق منجهان.
سمجهڻ جي ڪيم سمجهي نہ سگهيم،
باغن ۾ بهاري آيا خزان؟

**سمجھڻ جي ڪيم...**

آيس تہ هيس مان نامحرم،
وينس تہ اٿاريو ويس يڪدم،
سمجھڻ جي ڪيم سمجھي نہ سگھيم،
هن محفل جا هي ڪم ۽ غم.

**سمجھان ٿو**

هوا جو پوڻ ۽ سان پٽڪو بہ سمجھان ٿو.
نئون خوشبوءِ جو لهجو بہ سمجھان ٿو.
ضروري ناهي هي دنيا ڪري ڏڏڪو،
مان هن جي دل جو هر اُلڪو بہ سمجھان ٿو.

**سمجھان ٿو**

اهو آ انقلاب، آهٽ بہ سمجھان ٿو،
تني ڳاتن جو پيو تو ڳٽ بہ سمجھان ٿو.
گجي ٿو گاج، ساگر ٿي زمانو –
انهيءَ گونگي جو مان گھوگھٽ بہ سمجھان ٿو.

**سمجهان ٿو**

ڪچو چاهي، سچو چاهي، سو سمجهان ٿو،
مزو چاهي، ڏچو چاهي، سو سمجهان ٿو.
ڪروڙين سنڌ ـ جوڌن سان سَگهو آهي،
بخاري ۾ بچيو چاهي، سو سمجهان ٿو.

**سمجهان ٿو**

نٿو سمجهان مان ڪجهه، سڀ ڪجهه به سمجهان ٿو،
او اُونهي ڳالهه تنهنجو ڳجهه به سمجهان ٿو!
ازل ڪان اڳ، ابد ڪانپوءِ اونده آ،
زمانا تنهنجو منهن چا، پڇ به سمجهان ٿو.

**ڦهر ٿي ويندو**

يار جي ياد نه ايندي ته ڦهر ٿي ويندو،
چو ته برسات نه پوندي ته ڏڪر ٿي ويندو.
وقت، حالات جي تبديل ڪي ڏس، بحث نه ڪر،
پَشمڙو گوئنچ به آ پنڊ ـ پٿر ٿي ويندو.

### حشر تي ويندو

سچ ويجهو ٿو اچي، آڳ دڳن تي ٻرندي،
ٻوڏ بازر ۾ مزورن جو پگهر تي ويندو.
صُور ڦوڪيان ٿو اُٿو مئٽ، قيامت ٿيندي،
عيش مظلوم لئہ، ظالم لئہ حشر تي ويندو.

### ٻَرُ تي ويندو

تنهنجو شيطان ٿو ڪوثر تي ٻَڌي ٻَندَ خدا!
منهنجو فردوس، بيابان ۽ ٻَرُ تي ويندو.
سِنڌ آ ساھ، بنا ساھ نہ جِي سگهبو آ،
منهنجا محبوب! سوا تنهنجي گذر تي ويندو.

### مگر تي ويندو

هو سليمان جو بولان ۽ خيبر شاهد،
ديوَ - بيداد جي ديوار ۾ در تي ويندو.
ڪوبہ انسان لئہ ڪم ناهَي رهيو ناممڪن،
ماڳ آزاد نہ آ، منهنجو مگر تي ويندو.

**... تہ بچان!**

ايلاز کي اعجاز بنايان تہ بچان!
جي قاز منجهان باز بنايان تہ بچان!
(1) ميدان ۾ بيٺو آ اڳيان بُو قلمون،
ممتاز ۽ دمساز بنايان تہ بچان!

**... تہ بچان!**

(2) خوش خير کي خوشحال بنايان تہ بچان!
اقوال کي اعمال بنايان تہ بچان!
سرمست جي بيتن مان اٿاريان اوٺر،
پٽ گهوٽ کي پونچال بنايان تہ بچان!

**... تہ بچان!**

وينجهار مهاوير بنايان تہ بچان!
هر شعر مان شمشير بنايان تہ بچان!
تاريخ مکو شرط آ تحريڪ هٿان،
تدبير سان تقدير بنايان تہ بچان!

---

(1) بو قلمون جادوگر ـ ممتاز ۽ دمساز ان قصي جا ڪردار.
(2) خوش خير محمد صوفي شاعر ـ خوشحال خال خٽڪ پپشتون جو وڏو شاعر.

... ٻچي پئون!

تحرير کي ترار بڻايون، ٻچي پئون!
ڪُوڪار مان ڪٿار بڻايون، ٻچي پئون!
هن ديس لئہ هزار اُٿن جانباز پيا،
هڪ هڪ منجهان هزار بڻايون، ٻچي پئون!

... ٻچي پئون!

بندوق ۽ ڪتاب مٿان دسترس هجي،
هوشيار پنهنجا پار بڻايون، ٻچي پئون!
سهڪار امن، پيار ۽ انصاف سان هجي،
ڏهڪار تو ۾ ڏار بڻايون، ٻچي پئون!

... ٻچي پئون!

غدار دوست ٿِين، ڏِڪاري ٿُڪي ڇڏيون،
جُهونجهار پنهنجا يار بڻايون، ٻچي پئون!
جيڏا نہ گيت، بيت، قطعا، نظم ٿا گهڙيون،
ايڏا اُٿي هشيار بڻايون، ٻچي پئون!

**... بچي پئون!**

پر مار لاءِ هار هٿن ۾ ڪنيون وتون،
حقدار لاءِ هار بڻايون، بچي پئون!
ماري وجهن ٿيون ترَ ڪي مسلسل منافقيون،
جي فيصلا سچار بڻايون، بچي پئون!

**اُٺ، اُٺون!**

”ڇا ڪجي“ ڪي ڇڏ بخاري، اُٺ، اُٺون!
ڪر تڪي تڪڙي تياري، اُٺ، اُٺون!
سمنڊ ٿيون، سيلاب ٿيون، برسات ٿيون،
ظلم آهي پونءِ ڀاري، اُٺ، اُٺون!

**آدم ۽ حوا**

زمانَ ساز وڄايو، مڪان جُهومي پيو،
زمين رقص ڪيو، آسمان جهومي پيو.
ڏٺو لقاءُ فرشتن، بهشت جي وچ ۾،
جوان زال سان هڪڙو جوان جهومي پيو.

### پيت ۽ پيار

پيت ٻارڻ جو ٻاريو، اُجهيو ئي نہ ٿي،
پيار رِي روح منهنجو رِجهيو ئي نہ ٿي.
زندگيءَ ڪان پڇيم: پيت ۽ پيار رِي،
ٻيو ڪو ڪم ڪار توکي سُجهيو ئي نہ ٿي.

### جلوو، جذبو

تنهنجو جلوو منهنجي جذبي سان جڏهن جڙجي ويو،
تنهنجو ڪجهہ قابو ٿيو ۽ منهنجو سڀ ڪڙجي ويو.
ديد، ديدن کي قبوليو، دل سان دل لائئون لڏيون،
مون تہ سمجهيو هو نہ پڙهبو آهي سو پڙهجي ويو.

### اُڪري، مُهري

سُونهن سڄڻ جي جهولي سمجهيم،
هي تہ پٿر جي اڪري نڪتي.
محبت چانوَ ڇَپرَ جي پانيم،
هي تہ ٻَبر جي مُهري نڪتي.

## جنت بہ اُها آ

جنت بہ اُها آ، جِت ٿِلندو هوندين!
سي جنتي جن ساڻ تون ملندو هوندين!
دوزخ جو ٽَري هانءُ تہ پوندو هوندو،
هُن ڏانهن نهاري جي تون کلندو هوندين!

## نفعو، نقصان

هُن شوخ نگاهن سان ڦُري دل وري،
مون شوق - نظر ساڻ سندس حسن کسيو،
هڪ گنج ڦُرائي وري پيو گنج لُٽيم،
نہ ڪو نفعو ئي پيو ٿم، نہ ڪو نقصان رسيو.

## آهي ڪو؟

آهي ڪو، ڪنهن جي ڪنهن سان يلا دل لڳي جهلي؟
آهي ڪو، پوش پوش ڪري روشني جهلي؟
ها، موت ٿو هزار تباهيون ڪندو وتي،
پر هُو سگهي ڪٿي ٿو نئين زندگي جهلي!

## ڪافي آهي

تون مونکي وٽين ٿو، اهو آهي ڪافي؟
مان توکي وٽان، هي ڪو ضروري ناهي.
تون سونهن پيارين ٿو پيان ٿو ساقي،
پر پيار پيان، هي ڪو ضرور ناهي.

## حُور آهين

تون سُهڻي نہ آهين سو ڏسان ٿو وينو،
هن ديس جي فردوس جي هڪ حُور آهين!
* مان ڏاڍو گنهگار، مان ڏاڍو ڪوجهو –
هي ڪيڏي سزا آهي جو تون ڏُور آهين!

## آلا...

محبوب ۽ مشتاق ٿي پالين، ساندين،
ڪيڏي نہ حسين آهي او دنيا! الا!!
حورن جو وطن آهين وٽين ٿي ڏاڍي،
جنت جي زمين آهين او دنيا! آلا!!

### اگر سهڻي هجي!

آڳ جي درياهہ ۾ ٻوڙي ڪُڏان،
هُن ڪناري تي اگر سهڻي هجي!
زندگي ڪوجهيءَ ڪان ڏاڍو ٿو ڏچان -
موت جِي ئي پر خبر سهڻي هجي!

### مگر سهڻي هجي!

ٻڪ وجهي ساٿس ملهي ماٽيان مزا،
مان مران جهٽ جي قبر سهڻي هجي!
ڪر قيامت ڪير ٿو روڪئي خدا -
شرط هڪڙو آ، مگر سهڻي هجي!

### ڇا توکي چوان؟

جان پنهنجي، جند پنهنجي دلربا توکي چوان،
پر اهي ٻئي بيوفا، ڪيئن بيوفا توکي چوان؟
ڪفر ٿيندو خود خدا يا ٻيو خدا توکي چوان،
مان وڏي ويچار ۾ آهيان تہ ڇا توکي چوان؟

### حسن، عشق؟

حسن کي مڃجي يا مڃجي عشق کي؟
قيس ري مکتب مان کو مجنون نہ ٿيو.
حسن - يوسف کي کپائي کِن ڇڏيو،
کو زليخا وانگيان مفتون نہ ٿيو.

### اوٺر، ساگر

عشق منهنجي جا اُٿيو اوٺر پون،
سُونهن تنهنجي جا لڇيو ساگر پون.
کيئن نہ ٻانهن جي کنارن جا وکڙ -
چاهہ جي ڇيلهن ۾ ٿا هر هر پون.

### معجزو

نظر سان مرڪ ميڙيندو وتان ٿو،
چپن سان چاهہ چونڊيندو وتان ٿو.
ڇُهڻ بن ساز ڇيڙڻ معجزو آ،
سڪڻ سان سُونهن ڇيڙيندو وتان ٿو.

### مهرباني!

مونکي تڙپائڻ، طبيعت، مهرباني!
ماڻهپو بخشيئڻ، محبت، مهرباني!
ويس بڇي جو راهہ جو پٿر نہ ٿيس،
دردمندي، دل جي دولت، مهرباني!

### تحريڪ

هل هاڻ تہ مڪجيس مَلم ڪا موسم!
ٿُرَ ٿُرَ ڪان چمن چِيرجي پيو آهي.
هِن تانگهہ جي تقدير بنائي شايد،
هڪ عشق، جو تحريڪ ٿي پيو آهي.

### جگر جهير

استاد بخاري جي ڏِسي دل زخمي،
هر لفظ جگر - جهير ٿي ايندو آهي.
هڪ دوست جي غمگين تَڏي تي جيئن ڪو،
بيو دوست بہ دلگير ٿي ايندو آهي.

## سنڌ جون حُورون

سامهيءَ تي منهنجي سنڌ جون حُورون هلي اچن!
روئن ته: منهنجي خاڪ تي تارا ٽِمي پون.
مُرڪن ته: ڪُنڊ ڪُنڊ تي موتيا ڪِڙي پون،
موٽن ته: ڪي ملائڪ پويان لڳي پون.

## جيون جرجلو

تون ڪوٺي مُرڪ سان گڏ سُرڪ پيارين ٿي،
زمانو، باهه جا شعلا اُلاري ٿو.
تون سُرهي سيج، پاسي ۾ ويهارين ٿي،
ته جِيوَن جَرجلو بنجي اٿاري ٿو.

## گلابي زندگيَ

گلابي زندگي توسان مِلان ٿو،
الائي ڪيترا ڪَنڊا لتاڙي.
ڏهن چهرو مکڙ تنهنجو چُمان ٿو،
جڏهن مان ٿو اچان ٿوٺا چباڙي.

**تون**

زمانو ڏُور دردن ۾ ٿو اُڇلائي،
تون ٻوهي مونکي قربن جو اَجهو ڏين ٿي!
تنتيءَ ريتيءَ تي مون کي وقت تڇڪائي،
تون ٻوڙي پنهنجي زلفن جو اَجهو ڏين ٿي.

**تقدير لوڏي ڏس!**

تون زلفن ۾ لڪين ٿو، زور جا زنجير لوڏي ڏس!
ڇُهين ٿو ترِ ڳلن جا، ترم گهر جا ڪِيرَ لوڏي ڏس.
پپر ۾ پينگهه جيڏن ساڻ لوڏي روز جُهومين ٿو ـ
جوان آهين نه قيدي ـ قوم جي تقدير لوڏي ڏس!

**او عشق!**

مون نندي هوندي ٻُڌي تنهنجي وڏي ساراهه عشق!
پر جوانيءَ ۾ وڌءِ ساڙي، لڳئي شل باهه، عشق!
منهنجي زاري آ بخاري، ڪير تيندو آهيان مان،
ميهر ۽ مجنون جهڙن جا ڪديا تو لاهه عشق!

او عشق!
ڪيترن جا ڏڙ، سريون ٿي ويا صفا ٻُهه، ٺُه، آٿا،
وقت جي پڙ تي عشاقن جا ٻڌا تو ڳاهَ، عشق!
حسن آ محبوب سو مغرور رهندو ئي پيو،
توکي جيڪا ڪاهڻي آهي، وڃي سا ڪاهه، عشق!

## مسافر سهي

تعلق هو توسان هڪ تِرُ سَهي،
انهيءَ تِرَ تان قربان هڪ سِرُ سهي.
چُميم تنهنجيون ديوارون، در هڪ صدي،
او مهمان - گهر، مان مسافر سَهي!

## شاعر سهي

(1) امرتا نه تون، مان نه ساحر سهي،
لِڪي پئي لڪياسين نه ظاهر سهي.
تون منهنجي سڄيءَ عمر جي شاعري،
مان تنهنجو سڄي عمر شاعر سهي.

(1) امرتا پريتم - ساحر لڌيانوي

## "هڪ شخص"

هڪ ديس جو هڪ دور هيو ڀنڀ ۽ ويران،
ويران بہ اهڙو جو بيابان لڳي پيو.
"هڪ شخص" انهيءَ سڄ ۾ فردوس درخشان،
هر پير گلستان - گلستان لڳي پيو.



هڪ شخص "يتيم" آهي، يتيم آهي اهڙو،
دنيا جي يتيمن جو نگهبان لڳي ٿو.
هڪ شخص عظيم آهي، عظيم آهي اهڙو،
منان ڪانپوءِ، سڀ ڪان مهامان لڳي ٿو.



هڪ شخص "امين" آ، نہ رڳو مان ٿو مڃان پر،
دشمن بہ مڃن بيٺا امانت ان جي.
هڪ شخص ذهين آ، نہ رڳو مان ٿو چوان پر،
تاريخ تي ثبت آهي ذهانت ان جي.



هڪ شخص جو انسان آ، ايڏو تہ عجيب آ،
اطوار ۽ اظهار ۾ يزدان لڳي ٿو.
هڪ شخص پڙهيو ڪونہ آ، ايڏو تہ اديب آ،
جو اُن چيو، الله جو قرآن لڳي ٿو.

هڪ شخص ڇڏي شهر، وڃي غار ۾ ويهي،
افلاڪ تي، آفاق تي، سنسار تي سوچي.
هڪ شخص پري شام جي بازار ۾ بيهي، (١)
پر مار تي، زردار تي، نادار تي سوچي.



هڪ شخص گهرو پيار ڪان هڪ وار نہ واندو،
سنسار جي سينگار لئہ آزار سهي پيو.
هڪ شخص ڪڏهن نرڙ مٿان گُهنڊ نہ آندو،
انصاف جي آواز تي تلوار ڪٽي پيو.



هڪ اسم، اکر چار ڪو ٽِڪو بہ تہ ناهي،
پر ڇئن ڪتابن جو آ عرفان انهيءَ ۾.
هڪ جسم، ڇَون جنهنجو ڪو پاڇو بہ تہ ناهي،
ادراڪ ۽ وجدان آ حيران انهيءَ ۾.



محبوب خدا ڇئو تا، خدا جي نہ مڃي ڪو؟
مونکي تہ اهو فخر آهہ، محبوب - بشر آ.
حڪمت نہ نبي زنده مڃي، آءُ ادب ڏي.
قرآن جو هر لفظ ثبوت آ تہ امر آ.

(١) شام ملڪ جي ڪنهن بازار ۾.

هر ريت ڪٽي نعت، ستارا نعتون،
برسات، نديون، نهر جا ڏارا نعتون.
استاد جا اشعارا تہ چا او شاعر،
قرآن جا تيهيئي سپارا نعتون.

## لال لطيف

لال لطيف جي ڳالهہ هلي پئي يارن ۾ اغيارن ۾،
بينڪ بينڪ، محفل محفل، اوطاقن، اوتارن ۾.
سنڌ ڪويءَ جي سچي سارهہ، چمڪي چنڊ، ستارن ۾،
گلشن گلشن، صحرا صحرا، درياهن، ڪهسارن ۾.



شاعريءَ جي آسمان جا آفتاب،
تنهنجا روشن شعر ذهني انقلاب.
ذات توڙي ذات توڙي لات ۾ –
شاهہ شاهنشاهہ آهين لاجواب.



"ڪُنُ" گهٽوئي ٽي چڪاسين، او لطيف!
ويڙ ڪائي، "وات" ٿيا آهيون اسين.
ڪالهہ تائين ٽي ڪناسين ٽي ٻڪر،
اڄ ڦهر تي ڪات ٿيا آهيون اسين.

"صبر جن جو سينگ" پنهنجي جاءِ تي،
حق لئہ آواز، ڪرٽو ٿو پوي.
سنڌ جي سِر ڪاڻ، ڪارايل جا سُرَ،
هنج ڪي شهباز، ڪرٽو ٿو پوي.



اجرڪ - اجرڪ، پَٽڪو - پَٽڪو،
هرهڪ هوشو، هرهڪ دودو،
سنڌي جذبو، سنڌي جلوو -
تنهنجو روضو، سنڌ جو ڪعبو.



اتراڏي، لاڙيچو آهين،
ٿاريلو، ڪاڇيلو آهين،
ڇڏ احساس اڪيلائيءَ جو -
لال - لطيف جو ميلو آهين!



چون ٿا تہ تون شعر جو شاهہ آهين،
گهٽن جي نظر ۾ شهنشاهہ آهين.
شهنشاهہ ۽ شاهہ ڪا چيز ناهن -
سيد، سنڌ جو ساهہ، ويساهہ آهين!

پنائيءَ جي ميلي تي پيرن عيوض،
اندر جي اکين ساڻ هلبو ضرور.
متي سنڌ جي ماڻُ جنهنکي ڏنو –
متو تنهن مِٿيءَ ساڻ مَلبو ضرور.



پنائي تون هن پونءِ جو پانُ آهين،
آپونئن لئہ دولهہ درياه خانُ آهين.
ٻکين کي منو آهين تون نانَ کان،
پِپن جي ککن ۾ کتو کانُ آهين.



مون آهي کئين بار ڏنو، يار پنائي،
محفل ۾ مليومانس، هيو هارُ پنائي،
مقتل ۾ ڏنومانس تہ تلوار پنائي،
اغيارَ! خبردار، آ بيدار پنائي!



کلهہ رات، وطن لاءِ دعائون پئي گهريائين،
اڄ رات، سڄي سنڌ تي چئونکي پئي ڏنائين.
تنهن ڏينهن رڳو کانهن جون کلکون پئي گهڙيائين –
اڄ صبح ڏٺومانس، کهاڙيون پئي نپيائين.

پٽ گهوٽ جي هستيءَ تي لکڻ تو چاهيان،
ساڙهيءَ ۾ وڏو سمنڊ وجهڻ مشڪل آ.
ماڻهن جي محبت کي ڪتڻ تو چاهيان،
مهراڻ جي ڇولين کي ڳڻڻ مشڪل آ.

(1) سچل ڪانگريس ـ امن قافلو

هٻڪار کي ديوار سان ظالم، نه ورهايو!
هڪ جسم کي تلوار سان حاڪم، نه ورهايو.
سچ، چنڊ جي چَمڪار کي ڪنهن ملڪ ونڊيو آ؟
فنڪار، قلمڪار ۽ عالم نه ورهايو.



ڪيلاش ۽ بولان جي خوشبو ته سنگهو،
هي گيتا ۽ قرآن جي خوشبو ته سنگهو.
ڀڳوان يا يزدان ڪِلي خود تو چوي ـ
انسان ٿي، انسان جي خوشبو ته سنگهو.



هِن پار ۽ هُنَ پار جي هٻڪار سنگهو،
هِن يار ۽ هُنَ يار جي هٻڪار سنگهو.
پختون، بلوچي هجي يا سنڌي، پنجابي ـ
سچار ڪلاڪار جي هٻڪار سنگهو!

(1) 26 نومبر کان 2 ڊسمبر 1989ع تائين سگا طرفان سچل ڪانگريس ۽ امن قافلي جي سلسلي جا ڪي شعر.

(1) هي اديبن، عالمن، دانشورن جو قافلو،
ڪِرٽو ڪِرٽو سج، ڌرتيءَ جي سِجن جو قافلو.
ڏينهن، راتيون ڇا وکون ماپينديون تنهنجون ارتقا،
ڪالهہ جو، اڄ جو، سياڻي جي سَنن جو قافلو.



قسمتون لکندڙ اوهين، لوح ۽ قلم جا پاسبان،
ديس جي ڌرتيءَ جا خادم، عظمتن جا آسمان.
روشنيءَ جا ڪاروان! آ ڪهڪشان تنهنجي ڏڌڙ،
منهنجي تن جا تَرَ جا جذبا ڪن ٿا تنهنجي آجيان.



وڻ ٻٽيا عنوان، دگ مضمون ٿيا،
امن ويو وک تي لکندو قافلو.
هڪ نئين خوشبو ۽ هڪ نئين روشني،
بَستي بَستي ويو وندبيندو قافلو.

...؟؟؟

رات ٻنيءَ جو لارَ ڇَرن جي.
منڇر ڇَر تي ٻُرندي آهي.
گُونج رسيلي تنهنجي ڇپن جي،
منهنجي ڇپن تي ڇُرندي آهي.



منهنجي سامهون سخت ڪمند جون،
ڇيتيون نيٺ ڇلينديون ڇو آن؟
ڳوري مُهريءَ ساڻ پَڳهرجِي،
ساريون پاڻ ڇڙينديون ڇو آن؟



آئيني کي ڳاڙها ڳلڙا،
سينگاري آڇيندي آهين!
ڇو وينگس تون جوڀن ـ جذبا،
پاڇن ۾ وِرڇيندي آهين؟



مُرڪي مُرڪي اڄ تو سهڻا،
منهنجي دل جي پُٺ نِپري.
پيرَ ڪُپن پر ڪيئن نظر جا،
تنهنجو سِينو اُپڪيري.



ڳوٺ سڄي ۾ ڳالهہ هُلي وئي،
سُونهن نئين ساماڻي آهي.
جيڏان ڪيڏانهن جهار وڏي پر –
اڪ هُن جي ڪانياڻي آهي.

تنهنجي هاٿي، ڪانگڙ ڪانو،
تنهنجو سينو سنگ - ٻٽا.
تنهنجون ڳالهيون ڪَچڙا آپون،
مکڻ چاٽا گول - ڳِٽا.



هنٽ ۾ ڏاتو، ڪچ ۾ ڪارو،
وک وک لک جو لامارو.
لاباري تي ويندي - ويندي،
لاهيندي وئي لابارو.



منهنجي ڳل تي ڳوڙها لانديون،
تَڙ ڏي ٻوڙيون تاسيون ٻڪريون.
تنهنجون نظريون منهنجون نظريون،
خير خُدايا، ڪِنوٽيون ٽڪريون!



چُڪ، منهنجو شوق مجي نہ مجي!
وچ شهر ۾ چؤنڪ گهمي نہ سگهيس.
مونکي کهڙو پتو تہ يَڪو ٿو وجين،
گڏ - گوڏي مُرڪ چُمي نہ سگهيس.

تون سرڪي ساز ڇُهي نہ سگهئين.
مان پاٽهئي پاڻ ڇِڙي بہ ويس.
چَپَ تنهنجا گيت چونِ نہ چونِ،
مان چنگ وانگي ڇُهڻي بہ ويس.



تو تي ماڪيءَ جون ڦاڙيون مَڪيون،
جي وڃي بُورَ سان تي پڪيون.
تنهنجي ڇهري تي بوندون گهر جون،
منهنجيون ڇهڻيون انهن سان اڪيون.



سُونهن - هرڻي، تون ڪيڏو وڻين ٿي!
نِينهن آ شينهن ڏاڍو ڏران ٿو.
وَقت يا وير يا واءُ ناهيان،
جي سڏين ٿي تہ سُهڻي وران ٿو.



جوڀن جڏهين هڻندو آهي.
هاري بازي ڪڻندو آهي.
سورج جيئن جيئن لڙندو ويندو -
تيئن تيئن ڏاڍو وڻندو آهي.

جوڀن جيڪو ميڙيو چونڊيو،
پِيريءَ منجهه لُٽائي ٿو پيو.
سانوڻ ڦهريان گجندو گڙندو ـ
ويندي وقت وسائي ٿو پيو.



توکان سُونهن پنيري ٿي وئي،
ڳاڙهي ٻير وڃي جيئن اُڪري.
مون کان عشق ڇڏائي ويو آ،
ڏاريل باز وڃي جيئن اُڏري.



ساز ڇنل کي ڇيڙين ڇوٿي؟
نارَ ڪنهيل کي گيڙين ڇوٿي!
منهنجي وِک وِک آس ڪنديڙي،
پنهنجي منهن سان ميڙي ڇوٿي.



ائين هٿ تي نوٽن جا جوراب چاڙهي،
حسينن جي ڇاتيءَ کي ڇُهندو نه ڪر!
نظر تي ڪڪي ڪيپ جا خواب چاڙهي،
تون خوشبو جي ڇهري کي ڇمندو نه ڪر!

جي گرم، تکو تير ٿي ايندو آهي،
جي نرم، مِٺو ڪير ٿي ايندو آهي،
تون فون تي ڳالهائيندي آهين مون سان،
آواز بہ تصوير ٿي ايندو آهي.



سُونهن، تنهنجي سرور جو نالو،
ناز، نخرو، غرور جو نالو،
واعظن چَپَ چَڪي وڌا پنهنجا،
مون ڪنيون آهي حور جو نالو.



جُڳ جُڳ سنگت سپنا،
ختم نہ ٿيندا ڪن ۾.
توسان ملندس پيو مان،
ساهت جي صَحنن ۾.



پير ڪنيا اڪ اولا، اُگرا،
پر ٿي دل پئي ٽوٽا ٽڪرا.
سڀ سَنجي پر سُونهن نہ سَنجي،
هٿ نہ اچن ٿا سُهڻا سُٿرا.

شمس رُو جو شهر اڄڪلهہ آهي جڻ شمسي نظام،
سَوَ سيارن جا وتن ڦِرندا سندس ديوار ڪي.
خوش نہ ٿي تون ايڏو آئينا تہ توڏي تو ڏسي،
سونهن پنهنجي آ وٺي وئي سُونهن - سرجڻهار ڪي.



پيار ويندڙ مسافر ڪي ايڏو نہ ڏِي!
ڪوڙ صدما ڏنئي، هي تہ صدمو نہ ڏي.
ڇڏ تہ شوخيءَ جي ڪَندبن مان گذري وڃان،
مُرڪي مُرڪي چنبيليءَ جو لوڙهو نہ ڏي!



مرڪڻ سان گڏ گفتا تنهنجا،
مون ٿي چونديا موتيا، مُگرا.
ڪِنوڻ ڪئي پئي توڪي وهوا،
مِينهن ڏِنا پئي مون ڪي مُزرا.



دل چون ٿا وڏو خزانو آ.
هڪڙو پئسو قرار ئي ڪونهي.
اَڄ ڪٿيو اَڄ مَيو زمانو آ،
ساهہ تي اعتبار ئي ڪونهي.

بي درد زمانو پانيان ٿو،
سمجهايل ڪنهن بي پير جو آ،
نہ هو ورسايل تقدير جو آ،
نہ ڪو تاتيل ڪنهن تدبير جو آ.



هيءَ رات تہ ڪُهتي، ڪوڙهي آ،
هيءَ لاٽ بہ ساڳي پوڙهي آ،
هِن هيڏي پونءِ ڪشاديءَ تي،
هيءَ واٽ تہ ڪيڏي سوڙهي آ!



ڪنهن وقت پتو ناهہ تہ ڪنهن ڪاڻ ٿو تڙپان،
”بي انت ڪماڻ“ آهي هنيون باڻ، ٿو تڙپان،
”چا لاءِ“ جو پڙلاءُ ٿو پولار ۾ گونجي،
ان فڪر جي ڦهلاءَ ۾ اڻ ڄاڻ ٿو تڙپان.



هي دانهن گدا، شاهہ، ڏئي ڏيان ٻڌو،
ڪو ڪنهن جي قيامت ۾ حفاظت نہ ڪندو.
ميدان ۾ ميزان اجهو ڄاڻ ڪُتو،
نئون دور تہ رهزن سان رعايت نہ ڪندو.

قرب کي بيشڪ قرب ملي،
رعب جو غلبو رعب پچي،
لوهہ کي زبرو لوهہ ڪٽيندو -
چاهي مڃي يا ڪونہ مڃي.



جو ڏسان ٿو خواب سو سهڻو بہ آ پيارو بہ آ،
سرسلو تعبير جو ڪوجهو بہ آ ڪارو بہ آ،
مان گهران سختيءَ سان ٿو ٻولي مٺي ماکي ٻچي -
تنهنڪري لهجو ٻٽيو کهرو بہ آ کارو بہ آ.



تنهنجي اک ۾ نظر ڪٿي آهي؟
جسم آهي جگر ڪٿي آهي؟
هونئن تہ سڀ ڪجهہ آ دور تو وٽ پر،
شرم توکي مگر ڪٿي آهي؟



جهڙو عابد اهڙي عبادت.
جهڙو حاڪم اهڙي حڪومت.
انگ تہ گهر گهر وڃن ٿا پيا.
ننگ بچن تہ بہ سمجهو نعمت.

ماڻهن ڏنا هٿ سان، ماڻهن جا ووٽ آهن،
ماڻهن ونڊيون مٺايون، ماڻهن جا نوٽ آهن.
شاعر کي قتل غارت تي اعتراض ڇو آ ـ
جي گهائجن، کسن ٿا، ماڻهن جا ”گهوٽ“ آهن.



هِن ماڳ جي حفاظت، ماڻهن جي هٿ ۾ آهي،
ڪم ڪار ڄا قيادت، ماڻهن جي هٿ ۾ آهي،
ماڻهو اڃا هِتان جا ماڻهو نہ ٿي سگهيا نہ تہ ـ
قادر تہ سونپي قدرت، ماڻهن جي هٿ ۾ آهي.



عيسيٰ چيو: ڪمال آ، ڪمزور جي مدد.
موسيٰ چيو: ڪمال آ، شهزور کي ڏڪ.
مان ٿو چوان سنپيال رڍن جي اُٿو ڪريون،
ڪوڙيون بگهڙ کي نرڙ ۾ بندوق جا بہ ڏڪ.



حڪومت جا نڪتا، حڪومت ٿي ڄاڻي،
مصيبت جا ڏڏڪا تہ رعيت ٿي ڄاڻي.
مزو ايندو ڪمزور کي مصلحت ۾،
تشدد جو پيڪو تہ دهشت ٿي ڄاڻي.

شريف شهر جو نالو ذليل ٿي پيو آ،
رفيق راهہ بدلجي رذيل ٿي پيو آ.
علاج خوف زدو آ جو درد غندو آ،
حڪيم پاڻ ڪڏهڪو عليل ٿي پيو آ.



دهشت گرديءَ آهي وڌائڻو ڏرتيءَ تي،
”پرچو - پرچو“، ”مڇرو - مڇرو“ جو تڪراءُ،
ڪنهن بہ نہ ڪاٽي آهي ڪرايو ڌرتيءَ تي،
جيو - جئڻ ڏيو، ڏاڍو گابو جو پرچاءُ.



محبت ڏاران، محنت ڪهڙي،
محنت ڏاران، عظمت ڪهڙي.
همت، حڪمت، غيرت ڏاري -
نہ تہ ڪونڌر جي قيمت ڪهڙي!



هن ڪي جهڻڪيم ڪجهہ غيرت ڪر!
گرندي پونڪيو: غيرت ڪهڙي؟
اٿ اٿ غفلت جي هن گند مان -
شاعر نوڪئي بي لت ڪهڙي!

لڳاتار پرمار، دُمدار ڪڪرن مان دهشت وسي پئي.
اُتي ڪو ته طوفان ڪڪرن جا پرزا اڏائي ڇڏي -
تشدد جي بي ترس انڌن هٿن مان اذيت وسي پئي،
اُتي ڪو ته انصاف، ڏاڍن جا ڏوڏا وڍائي ڇڏي.



گگهه اوندهه ڇانوٽيون شعلن جي سينن ۾ هينون،
ڪک ٿي خوشبوءِ تنهنجي سنڌ سنڌ ۾ گهر ڪري.
ڪينسر جو تو اجا تائين نه ڳوليو آ علاج،
مان مري ويس، او عظيم انسان تنهنجي ڊر ڪري.



محبت ڪي او محبوب! مگٽهار نه سمجهو،
هي ڏات وڏي بات آ، ڏاتار به آهي.
استاد رڳو سونهن پرستار نه سمجهو،
پيدا جو ڪري سونهن اهو پيار به آهي.



منهنجو تون پيار پگهاري سگهندين؟
نانهن ۾ نينهن ڪي ڳاري سگهندين؟
هو جو مون ساڻ هميشه آهي -
اُهو الله نه ماري سگهندين!

گلاب مان توهر ڦُٽو، ڏِنو آ مون،
شباب کي ڪينسر لڳو، ڏنو آ مون.
نگاهه ۾ ڪوڪا، نراڙ ۾ شعلا،
خيال ۾ خنجر ڪُٽو، ڏنو آ مون.



مصيبت ۾ روئڻ جي عيوض ٿو مُرڪان،
محبت جي قيمت ادا ڪرڻي آهي.
مان پيو ٿو لڳاتار سڪرات پوڳيان،
ها، جِيوت جي قيمت ادا ڪرڻي آهي.



هڪ زندگي مِلي آ، پر سا به سُور هاڻي،
مولا جي مهربانيءَ ۾ بي ملاوت آهي.
محشر ۾ تنهنجي رحمت جو آهي هي نظارو،
هيڏانهن آ جهنم، هيڏانهن جنت آهي.



ماتم ۾ گيتن کي نچڻ ڪونه آيو،
سُڏڪن ۾ هئي سنڌ، ڪلڻ ڪونه آيو.
جنهن ديس جي غدار سان آ ناهُ ڪيو،
استاد کي ان ساڻ نهڻ ڪونه آيو.

جذبات ۾ محتاط رهڻ ڪونہ آيو،
(1) درياھہ ڪي سونهين تي وهڻ ڪونہ آيو.
محبوب جي محفل مان اُٿڻ مشڪل هو،
مظلوم ڪئي ڪوڙ، ويهڻ ڪونہ آيو.



محبوب سڏيو پُڇ، اچي پهتو هان،
تَنور هئي واٽ، پچي پهتو هان.
چڪچور ڏسي حال نہ ڪر غم دلبر،
تو وٽ تہ بهرحال، بچي، پهتو هان.



جو تڙپي اوٿيو سو غريب آهيان،
جو جاڳي پيو سو نصيب آهيان.
بهرحال يارو عجيب آهيان -
اوهان جو ئي شاعر، اديب آهيان.



(2) مونکي جيئري ئي پوريو تي ويو،
تنهنڪري تي پيوت آهيان مان.
سنڌ جي ٻن ڪروڙ جوڌن جي -
زندگيءَ جو ثبوت آهيان مان.

(1) پاڻيءَ جي ڪسي (2) سنڌي ٻولي تي چوي.

ڪا ذات بخاري نہ بقادار آهي،
پر ڏات جيالي تہ جيالي آهي.
هيڪار گواهہ آهي تہ گلزار آهي،
گلزار ثبوت آهي تہ مالهي آهي.



ستار، رب آهين، راحم، رئوف آهين،
مونکي ٻڌاءِ توکي قهار ڪنهن بنايو؟
انسان جي طبيعت ۾ خود ئي فتنو هو پر-
شيطان کي اسان لئہ آزار ڪنهن بنايو؟



جِيون - بَن ۾ ڪوئل تو آ، ايڏو ڪُوڪيو،
ٻُڌَن جي ڪَن ۾ ٻُرندي تنهنجي ڪوڪو رهندي.
مالهي تنهنجو جيون - جذبو زنده رهندو،
باغ بہ رهندو، رنگ بہ رهندا، خوشبو رهندي.



مان سچ، سچ، دز ۾ دٻجي ڪڏهن نہ سگهندو،
جُهڙ ۾ گِهڙي بہ سورج تہ بہ روشني تہ رهندي.
استاد، دوست دل جو، ڇڇندي بہ ناهي ڇڇندو -
جي دوست ڏور ويندو، تہ بہ دوستي تہ رهندي.

ايڏو تو منهنجي زندگيءَ ۾ زندگي ڀَري،
جو درد جي گدام ۾ پئي آ خوشي ڀري.
تيلي جو تون هٽين ٿو، جهجهڙ ٿي پوان ٿو مان ـ
مان بُند، بند ۾ به پئي آ روشني ڀري.



هڪ ڏات کي هڪ ذات مٿان ناز آهي،
هڪ طرز کي نئين طرز جو اعزاز آهي.
استاد بخاريءَ جو تعارف هي آ ـ
هِن دور جي احساس جو آواز آهي.



ناساز کي دمساز بڻايو آ مون،
ايجاد جو انداز بڻايو آ مون.
پاتار کان پولار پڙاڏو گونجي ـ
آواز مان آواز بڻايو آ مون.



ٿَنو دل جو شيشو بڻائي نه سگهبو،
ڀڳو ڏار وڻ جو لڳائي نه سگهبو.
اهو استاد مشهور آهي ڪڏهن ـ
ويو وقت واپس ورائي نه سگهبو.

بي شعور اُپ، زمين آهي، فهيم آ انسان،
مونکي علمن جو قسم آهي عليم آ انسان.
✶ هو خسيس آهي، خوار آهي برابر ليڪن ـ
پو بہ انسان ۾ اميد آهي، عظيم آ انسان.



## تحرير تي تڙپي

هڪ تيز تَتي ڪلڪ ۾ تحرير تي تڙپي،
جڻ باهه گِهڙي مياڻ ۾ شمشير تي تڙپي.
انڌير جا زنجير يا دريا جا ڪنارا؟
تحريڪ جي اوتر تي تِڪي سير تي تڙپي.

## پڪارون

نادن ۾ نغارن ۾ پُڪارون تنهنجون،
گِيدين ۾ غدارن ۾ پڪارون تنهنجون.
او سنڌ، سچل، شاهه مقامن مان ٻُڌيون،
قومن جي اِدارن ۾ پڪارون تنهنجون.

## او قوم!

تاريخ نہ بخشيندي خطائون تنهنجون،
او قوم! جُڙيون سخت سزائون تنهنجون.
مجهول آن، ماضيءَ جي مريض آهين تون!
مقبول دُعائون، نہ دوائون تنهنجون.

## هڪلون

آڪاس جي گجگوڙ ۾ هڪلون تنهنجون،
هالار جي گُنگ ـ ٻوڙ ۾ هڪلون تنهنجون.
استادَ جي احساس ٻُڌيون ساميءَ مان ـ
ڪنڊڪوٽ ۾، ڪانوڙ ۾ هڪلون تنهنجون. (1)

## جڪڙڪي وياسين

رخسار جي شعلن ڪان بچي نڪتاسين،
زلفن جي سياهيءَ ۾ ڦڪڙجي پياسين.
ٻُورن جي تسلط ڪان ڇُٽاسين مس مس،
ڪارن جي غلاميءَ ۾ جڪڙجي وياسين.

## رتوڇاڻ

انسان ٻه ان ريت رتوڇاڻ تي نِڪتا،
جڻ جهنگ منجهان جيت رتوڇاڻ تي نڪتا.
تهذيب ڪٽي ٻُوٽ ڪي ٽڦيو سو رت،
گفتار ته ڇا گيت، رتوڇاڻ تي نڪتا.

(1) ڪانوڙ: ڪراچيءَ پرسان [illegible] گوٺ، تر

## انڌير کي ڏڏڪ

هن زندگيءَ کي موت جي سر تي سوار رک!
هٿ ۾ ترار حق وٺڻ لئہ تيار رک!
انصاف کي پڪار، ڏي انڌير کي ڏَڏڪ،
پو ديس جي مدد ۾ اميدون هزار رک!

## ڪانہ ڪا سوغات

اڄ رات جي اونداهہ ڪان پرڀات وٺون ٿا،
گهمسان ۾ گجگوڙ ڪان برسات وٺون ٿا.
هر دور جي هر ديو ڪان هن ديس جا دودا،
مجبور ڪري ڪانہ ڪا سوغات وٺون ٿا.

## استاد بہ انسان آ

مهراڻ جي آڇار ۾ گرڪي نہ ڏٺي ٿَوَ؟
برسات ۾ ۽ ميل جي ڌرتي نہ ڏٺي ٿو؟
استاد بہ انسان آ، انسان آ خاطي،
سنسار جي جنسار ۾ غلطي نہ ڏٺي ٿَوَ؟

## پنهنجن ۾، غيرن ۾

پيڙهن کي، شڪايت آ، گهميل واءُ گهلان ٿو،
بنگلن ۾ گلا آ تہ تِکي لُڪ لڳان ٿو.
پنهنجن ۾ پچر آهي، رهان ٿو خاموش،
غيرن ۾ آ گوگاءُ تہ ٿي گاج گجان ٿو.

## پيچ - تاھ

تاريخ رتوچاڻ ٿي ميندي ٿي مَکي،
نئون دور نئون گهوٽ ٿي ڳانو ٿو ٻَڌي،
پيچ - تاھ سان قدرت جو وڏو چاھ آهي،
جي جنگ هجي بند تہ پونچال اچي.

## اي ڪاش!

آڙاھ، توسان تڪڙو وسڪار ٿي پُڄان!
آزار، تنهنجي بت ۾ تلوار ٿي ڪپان!
اي ڪاش، سنڌ جنت بنجي پوي تہ پوءِ
باغن ۾ پينگهہ، پنهنجي هڪ حُور سان لڏان!

## پلي پيا پؤنكو!

جي ڏُوم مچايون تہ ڏکن جو ڦَهڪو،
جي روج ڪرايون تہ ڇئو ٽا ٿهڪو!
جي ڪرٽو اٿئون هاڻ ڪري چڪنداسين،
پَرمار، پٿي وات، پلي پيا پؤنكو!

## ڪيڙي سو ميڙي

اونداهہ جي اُپبيت کي ڪيڙينداسين،
هرجاڙ، نئين جوت پڪيڙينداسين،
هي فصل نئين فڪر، نئين موسم جو -
ڪيڙيو بہ اسان آ، اسين ميڙينداسين.

## انسان مهامان

(1) انسان مهامان ٿي رهٽو آهي،
هر نهر کي درياهہ ڏي وهٽو آهي.
هر ڪڙم ٻُڏي، قوم سڌي ٿي هيڏي -
(2) سر - سر سان ملي سمنڊ تہ نهٽو آهي.

(1) مهامان: وڏي عزت وارو، مرتبي مان وارو.
(2) سَر: تلاءُ، چشمو

## انقلاب جو طوفان

چَچڪار سمونڊن کان ڪسيندو ايندو،
وسڪار، گِهٽي، گهر تي وندبيندو ايندو.
هر پوک جي ٻوٽي جي پُٽي نپريندو،
طوفان، درختن کي دَسيندو ايندو.

## طنز

• ايمان کي فاقا ڏئي بي مان بنايو،
انسان کي بچڙو ڪري شيطان بنايو.
خوشبوءِ کي ڦندا بہ وڌا ٿَو تہ اڳوپو،
هِن هِير کي ڦَتڪا هڻي طوفان بنايو.

## هن شهر ۾...

هن شهر ۾ هر شام جو وَحشت ٿي وسي،
هر چوِنڪ تي تبليغ جي شفت ٿي وسي.
شيطان جي لشڪر جو خضر رهبر آ،
مقتل تي مساجد مان هدايت ٿي وسي.

## نئون ناز

رِندن جو اهو بحث تہ بي هوش نہ ٿي!
ميخاني جي رسم آهي تہ باهوش نہ ٿي!
ساقي جي نئين ناز منجهايو مونکي،
”آواز نہ کر، روءُ بہ نہ، خاموش نہ ٿي.“

## چور مان مور

کونڌر بہ بي ضمير ٿي کمزور ٿي پيو،
سمجهو پکو پهاڙ پڄي، پور ٿي پيو.
ڪانئر بہ مرد وير ٿي اپري اٿيو جڏهن،
دنيا ڏٺو تہ چور منجهان مور ٿي پيو.

## کمزور ۽ کم عقل

کمزور گنهگار آ، سو مون کي پتو آ.
کم عقل انهيءَ کان بہ گنهگار وڏو آ.
يزدان ۽ شيطان کي ڪنهن کونہ ڏٺو آ،
انسان لئہ انسان ئي آزار وڏو آ.

## وڏو آهي

مظلوم، مجان تو مان آزار وڏو آهي.
آزار کان جهونجهارو آڌار وڏو آهي.
پرمار جي شيطانيءَ، ڦرمار جي گهيري کان -
انسان وڏو آهي، ڏاتار وڏو آهي.

## جگر رکٽو آ

طوفان ۾ ڏونگر جو جگر رکٽو آ،
برسات ۾ ساگر جو جگر رکٽو آ.
هن دؤر جو هر پهر آ پاٽيپٽ،
دل شير جي، بابر جو جگر رکٽو آ.

## ها اڻ ٽيٽي

آڙاهہ ۾ آلاڻ، اها اڻ ٽيٽي!
۽ سون ۾ ڪاراڻ، اها اڻ ٽيٽي!
جنهن وقت سڏي سنڌ، بخاري پُٽڪي،
ڇالاءِ ۽ ڇاڪاڻ، اها اڻ ٽيٽي!

## اهو ناممڪن

ٻيلو نہ جهلي ٻُور، اهو ناممڪن،
تنهنجو نہ پوي پُور، اهو ناممڪن.
اُستاد جو آواز لَٽيو ٽا لُڙ ۾،
اوندهہ ۾ لِڪي نُور، اهو ناممڪن.

## اهو ڪيئن ٿيندو

اغيار سان اقرار، اهو ڪيئن ٿيندو؟
۽ يار سان انڪار، اهو ڪيئن ٿيندو؟
استاد بخاريءَ کي ڪٽي دفن ڪريو،
ڌرتيءَ کان مگر ڌار، اهو ڪيئن ٿيندو؟

## سنڌ جُهڪي ناممڪن

تِڙڪي جي تتان، سمنڊ سُڪي ناممڪن،
ڪڪرن جي اڳيان ڪوهہ ڊُڪي ناممڪن.
تاريخ ڪري چيخ چيو: او آمر!
جابر جي اڳيان سِنڌ جُهڪي ناممڪن!

## وقت

وقت، پرمار چيو: مال ـ غنيمت آهي.
وقت، مجبور چيو: سخت مصيبت آهي.
هو ڏسو، ديس جي هر شهر ۾ دوزخ، جنت!
مون چيو: وقت تہ هر وقت قيامت آهي.

## زمانو

هڪ دَور کان ٻيو دَور، توانو يارو!
پر پو بہ بهاني تي بهانو، يارو!
هڪ سُور کٽيندو آ، ٻچيندو آ ٻيو،
هِن کي ئي تہ سڏبو آ زمانو يارو!

## تلخ حقيقت

ها، سوچ ۾ سپنا تہ سٺاوا آهن،
تَکر بہ تہ ڇڻ ڻاڪئان ڪاوا آهن.
پر زندگي هڪ تلخ حقيقت آهي،
پنهنجا بہ مصيبت ۾ پراوا آهن.

**مير، پير**

ڪي لوٽ ڪٽي، ڇهڪ ڏئي، چير ڏين ٿا،
ڪي زهر پري زُوم ڪري تير هڻن ٿا.
انصاف پُڇيو: نانوَ ڏسيو، ڪير هي آهن؟
فرياد چيو: مِير تہ ڪي پِير چون ٿا.

**انسَان جو خيال**

مان ٿو چوان قيام يڪو ٿئي تہ ڇا ڪپي!
جڳ جڳ مِلي جيئڻ جو مزو ٿئي تہ ڇا ڪپي!
هيڏو وڏو جهان نِڌڙڪو نٿو ٿهي،
انسانَ جو خيال، سچو ٿئي تہ ڇا ڪپي!

**ڪهڙو حسين خواب**

او دل، ائين نہ سوچ، ائين ٿي نٿو سگهي،
استاد، سُونهن، پيار سچو پي نٿو سگهي.
باقي بچيو بهشت، هميشه جيون، پيون -
ههڙو حسين خواب سچو ٿي نٿو سگهي!

### اُپرو...

اُپرو تہ اڄ قيام ڏهاڙو ڪري وڃهون!
پگهري پون پهاڙ کو ڪاڙهو ڪري وڃهون!
پردي ۾ اند، ڏند بناپردي ٿي پون،
پرمار ڪي تہ الف اگهاڙو ڪري وڃهون!

### هي قوم...

هي ڪوڪ، سنهي وار ڪان خنجر ڪان تکي آ،
هي ڦوڪ، ٿڌي هِير ڪان اوٿر ڪان تکي آ.
وهمن جي مقامن ۾ سُتي پئي آ مگر جي،
هي قوم اٿي پئي تہ پو محشر ڪان تکي آ.

### جيئندو رهندو

جو قوم جياري، اهو جيئندو رهندو،
جو عام اُجاري، اهو جيئندو رهندو.
مونکي تاريخ ۾ تقدير ڏني پڪ آهي،
جو سنڌ سنواري، اهو جيئندو رهندو.

## آجيان

خوشبو اچي تہ مَهڪي خوشبو سان آجيان ڪر!
بدبو اُٿي تہ مچري "ٿُو ٿُو" سان آجيان ڪر!
دلبر مِلي تہ دل جا دهڪار ڪر نڇاور،
دشمن وڏي تہ دودا، "ڏُو ڏُو" سان آجيان ڪر!

## انسان انسان لاءِ

غمگين جي گذران لئہ گڏ ٿيا آهيون،
ماني نہ رڳو مان لئہ گڏ ٿيا آهيون.
يزدان ۽ شيطان تہ نبرن هڪ ٻئي سان،
انسان تہ انسان لئہ گڏ ٿيا آهيون.

## حالات جي تقاضا

ڄاڻيون، ڄڀيون ۽ شعلا، اڌ رات جي تقاضا،
گلدستا، قول ـ مالها، پريات جي تقاضا.
ڇٽيون ڇپر ۽ اولا، برسات جي تقاضا،
هر وقت آ علحدي حالات جي تقاضا.

## مرد زبرزنگ

پَرمار اُٿي بيهہ، مزور آيا ٿئي!
اڙٻنگ ڪٽي چنگ، چنجور آيا ٿئي.
دل تنگ نہ ڪر، تنگ ڪندين ٿيندو ڇا؟
هو مرد زبر زنگ، ضرور آيا ٿئي!

## جمهور

مزدور ۽ هاريءَ جو زمانو آيو،
جمهور ٿي طوفان توانو آيو.
بيهي نہ سگهيو عامَ جي اوٿر سامهون،
پوپر ٿي اُڏيو جيڪو بهانو آيو.

## مزدور اٿيو

آنڌير وڌي، چنڊ لٿي تي آيو،
انصاف چڙهي، ڏينهن تَتي تي آيو.
مزدور ڪٽي پيرَ مان زنجير اُٿيو،
پرمار چيو: موت مٿي تي آيو.

### پيچ زار کان...

مون ڪالهه ڪٿيو ڏاڍ جو ڏونگر آهي،
هي پاپ ته ڇڻ واٽ جو پٿر آهي.
پُيچ زار ڪان مون آگ جو ساگر اُڪريو،
هيءَ اُپ ته برسات جو اوڀر آهي.

### پورهيت جو پگهر

ڪڙمي جي سلي، سنگ مان لنگر بنجي،
پورهيت جي پگهر - بانس مان عنبر بنجي،
ڏاتن ۽ مترڪن کي ڪريو قيد نه ظالم،
هن پونءِ جو فردوس ٿو بنجر بنجي.

### انسان ٿي!

زردار تون قيصر نه سڪندر آهين!
ڪهسار هُئين، هاڻ ته ڪنڪر آهين!
شيطان نه ٿي، دعويٰ نه ڪر يزدان جي،
انسان ٿي، انسان جو پونير آهين!

## قيامت پهتي

ظالم جي مٿان ظالم جي شامت پهتي،
پورهيت جي مٿس موت ٿي طاقت پهتي.
توبه نہ ڪئي توبہ ڪڏهن قاروني!
آخر تہ اچي توتي قيامت پهتي.

## انسان اٿي پيو آهي

يزدان جو فرمان، ڦُندي پيو آهي،
ميدان ۾ شيطان، مُنجهي پيو آهي.
پاتار ڪي پوڙارَ ڏنيون واڏايون:
انسان ٿي، انسان اٿي پيو آهي.





استاد بخاريءَ هن ڪتاب "لهر لهر دريا" ۾ اهڙائي موضوع چُنيا آهن جن ۾ قومي جبر خلاف جنگ، اتساهه، اُميدون، ارمان، خوشيون، ڏک، ٿڪ، چيخون، ڏس، ارادا، هوش ۽ حوصلو ڏياريندڙ چارسٽا رچيل آهن.
جتي حسن سان اٿاهه پيار آهي اُتي ڏاڍ سان اٽڪ جنگ جوٽيل نظر ايندي. سندس دل ۾ پنهنجي پيڙهيل مظلوم قوم جو درد، انهن جي غلاميءَ جو احساس، انهن جي ڇڙوڇڙ رکڻ تي سياسي اڳواڻ جي رويي تي افسوس، پنهنجي ڀونءِ جي پترن - ٻوٽن، ٻني، ميون، وڻن، ڍنڍن، ندين، واهن، کيتن، پاڻي، اناج يعني زندگيءَ جي سمورن پهلوئن سان محبت، بلڪ اٿاهه محبت سندس هڪ هڪ لفظ ۾ پريل آهي.

سرڪش سنڌي

A Roshni Book
Poetry
Pakistan Rs: 90.00

